شاعري

# اداس راڳي خاموش ساز



شڪيل احمد

# اداس راڳيون، خاموش ساز

(شاعري)

## شڪيل احمد

ڪارونجهر اڪيڊمي، محراب پور

ڪتاب جو نالو: اُداس راڳي، خاموش ساز
تخليقڪار: شڪيل احمد
موضوع: شاعري
ڇاپو پهريون: 2017ع
ڇپائيندڙ: ڪارونجهر اڪيڊمي
سنڌ يونيورسٽي / محرابپور
ڪمپوزنگ: ڪارونجهر ڪمپوزرس
ٽائيٽل ڊزائين: طارق رحيم رند

**ملهه: 280 رپيا**


Udaas Raagi Khaamoosh Saaz
By: Shakeel Ahmed
Published by: Karoonjhar Academy
Sindhi University / Mehrabpur
Composed by: Karoonjhar composer's
Title design by: Tariq Raheem Rind
1st Edition: 2017

# ارپنا

آءُ پنهنجو هي تخليقي پورهيو پنهنجن تخليقڪارن

**بابا سائين نذير حسين شيخ**

۽

**امڙ جيجل**

جي نالي ٿو ڪيان.

شال سج ستارن جيڏيون عمريون ماڻن ۽ ائين ئي

جڳمڳائيندا رهن.

پبلشر پاران:

**نثري نظم**: نظم سان گڏوگڏ شاعراڻي اسلوب ۾ مختصر ترين پتڪڙو ناول آهي، ڪهاڻي بہ آهي، تہ داستان بہ، احساس آهي، تہ وارتا بہ. نثري نظم: شاعري ۽ نثر جو سنجوڳ آهي، ائين جيئن مرد ۽ عورت جو ميلاپ. نثري نظم جيڪڏهن تر بہ هيڏي يا هوڏي ٿڙيو تہ نثر بڻجي ويندو يا وري پابند نظم. نثري نظم، نثر ۽ نظم جي وچ واري سرحد آهي، ملڪن جي وچ ۾ آيل خوني سرحدن وانگر نہ پر ٻن باغن جي وچ ۾ وڻن جي قطار وانگر، گلن جي زنجير جيان، جن مان رت ۽ نفرت جي بدران ٻنهي پاسي خوشبوئن ۽ چاڻن جي متاستا ٿيندي آهي ۽ ڪنهن بہ پاسي وڃڻ لاءِ ڪنهن پاسپورٽ يا ويزا جي ضرورت ناهي پوندي. نثري نظم جو گهاڙيٽو پرهہ ڦٽيءَ وانگر هوندو آهي، يا وري شام وانگر. ان ڪري ڪجهہ شاعر ۽ پاٺڪ ان فرق سمجهي ناهن سگهيا، يا سمجهڻ نٿا چاهن. اهو ئي سبب آهي جو هو هن صنف کي شاعري مڃڻ کان انڪاري آهن، يا هن کي ٻئي درجي جي شاعري سمجهن ٿا. انهي ڪري ئي نثري نظم ادب ۾ شاعريءَ جي انتهائي حساس صنف آهي.

ڪجهہ وقت کان غير رواجي نثري نظم لاءِ "نئين ڪويتا" جو اصطلاح استعمال ٿي رهيو آهي. جيڪو علمي طور مونجهارو پيدا ڪري ٿو. جيئن تہ سنڌي، سنسڪرت ۽ هندي ٻولين ۾ شاعريءَ لاءِ لفظ ڪويتا ڪُتب ايندو آهي. ان ڪري نئين ڪويتا جي معنيٰ بيٺي، "نئين قسم جي شاعري" يا "جديد قسم جو شعر". جڏهن تہ نثري نظم هجي يا پابند نظم، غزل، گيت يا وائي اهي سڀ شاعريءَ جون صنفون آهن. انڪري جڏهن بہ انهن سمورين شاعراڻين صنفن ۾، غير معمولي قسم جي شاعري ٿيندي، تہ اها ازخود ان دور جي لحاظ کان "نئين ڪويتا" جي زمري ۾ اچي ويندي. انڪري اهو چئي سگهجي ٿو تہ صرف نثري نظم جي غير روايتي ۽ غير معمولي شاعري کي نئين ڪويتا نٿو چئي سگهجي، پر اهو اصطلاح شاعريءَ جي سمورين صنفن ۾ سرجندڙ غير روايتي شاعريءَ لاءِ استعمال ۾ آڻي سگهجي ٿو.

اهو ئي سبب آهي جو شاعريءَ جي نقادن هر دور جي نئين ڪويتا جي لاءِ الڳ الڳ اصطلاح ڏنا آهن.

روايتي نثري نظم، ۽ اجوڪي غير روايتي نثري نظم جي وچ ۾، "ڪافي" ۽ "وائيءَ" جيترو واضع فرق پيدا ٿي پيو آهي. اهو ئي سبب آهي

جو ڪي دوست ان کي ”نئين ڪويتا“ جو نالو ڏئي رهيا آهن. هندستان ۾ ته سنڌي اديب وڏي عرصي کان غير روايتي نثر نظم کي ”نئين ڪويتا“ جي اصطلاح سان لکي رهيا آهن.

هاڻي انهيءَ واضح فرق کي ڏسي واقعي هڪ نئين اصطلاح جي ضرورت پئي ٿي، ته ان نئين قسم جي غير روايتي نثري ڪويتا لاءِ ڪو نئون اصطلاح گهڙجي. هن وقت جيڪي هن صنف ۾ ”نئين ڪويتا“ جي نالي سان شاعري سرجي رهيا آهن. انهن ۾ گاڻ ڳڻين منجهان احمد سولنگي، انور ساگر ڪانڌڙو روحل ڪالرو امر گل، راشد بروهي، ثناءُ الله عتيق، عرفان لنڊ، اعجاز شا، آڪاش عامر ۽ ٻيا به ڪيترائي سريلا ڪوتاڪار آهن. جيڪي پاڻ ملهائي رهيا آهن. ۽ جيڪي نثري نظم جي ئي نانءَ سان، هن شاعراڻي صنف ۾ پاڻ پيا موکن، تن منجهان آدرش، فراق هاليپوٽو، پارس حميد، درگاهي گبول، انور ڪاڪا، رحمت پيرزادو، فياض ڏاهري، رفيق سيال، امر سنڌو سميرا قريشي ۽ ٻيا به ڪيترائي ڪوي قابل ذڪر آهن.

مان هتي اهو به واضح ڪندو هلان: ته مون سميت جيڪي به هن صنف جا پرزور حامي آهن. اهي پابند شاعري جا انڪاري نه آهن. جنهن ۾ بيت هجي يا وائي، گيت هجي يا غزل يا ٻي ڪا پابند صنف. ڇو جو ان لاءِ اهو ئي ثبوت ڪافي آهي، ته اهي سڀ شاعر، هاڻي به پابند شاعري ڪري رهيا آهن. ڀلوڙ گيت، غزل ۽ وايون سرجي رهيا آهن. منهنجو به پابند شاعري جو هڪ چڱو ڀلو ذخيرو سالن کان اشاعت لاءِ مون ڏانهن واجهائي رهيو آهي. هاڻي به ڪڏهن ڪڏهن پابند شاعريءَ ۾ غزل توڙي ٻين صنفن منجهه لکي وٺندو آهيان.

مان هتي پنهنجي شاعري جي باري ۾ ان ڪري نه پيو ڳالهايان، ۽ ان جون تاويلون نه پيو پيش ڪريان جو مان پڙهندڙ کي آزاد ڇڏڻ پئي چاهيو آهي. مون نه پئي چاهيو ته تخليق ۽ پڙهندڙ جي وچ ۾ اچان، ۽ ڪا ٽياڪڙي ڪريان. شايد اهو ئي سبب آهي جو مون ڪنهن ٻئي کان مهاڳ ناهي لکرايو.

هيءَ ٿوري عجيب ڳالهه آهي ته ڪتاب جو ليکڪ به مان آهيان، ته پبلشر واري نوٽ جي صورت ۾ آمهاڳ به مان ئي لکي ويٺو آهيان. ڇا ڪيان پبلشر هجڻ جي ناتي اها منهنجي مجبوري آهي.

**مهاڳ :**

**فن** خالق ۽ مخلوق جي وچ وارو رشتو آهي.
شاعري ڳُڻ فيقون جو پڙاڏو آهي،
جنهن جي ڪري تخليق ٿيل
۽ تعمير ٿيندڙ ڪائنات ۾
ٻيون پانت پانت جون ڪائناتون جڙنديون رهن ٿيون.
شاعري پاڻ مرادو ڦٽندڙ قدرتي جهنگ آهي.
شاعري ماڻهوءَ کي پنهنجو پاڻ ياد ڏياريندي آهي.
شاعري شاعر کي سوليءَ تي چاڙهائيندي آهي
۽ پاڻ سينن تي چڙهي ويهندي آهي.
زندگي شاعريءَ ۾ ٻوڙبندي آهي.
شاعريءَ جو ڪتاب شب برات جي رات وانگر هوندو آهي.
جنهن ۾ هر صنف سجايل گهر وانگر لڳندي آهي. جنهن ۾ تشبيهون ۽ استعارا ڏيئن ۽ ميڻ بتين وانگر ٻرندا آهن ۽ خيالن جا ڦٽاڪا وڄندا رهندا آهن.
شاعريءَ جو ڪتاب چيٽي چنڊ جي رات آهي.
جنهن ۾ سهاڳڻيون ورن سان چنڊ ولين جيئن ويڙهجي ويندڍيون آهن.
شاعريءَ جو ڪتاب هوليءَ جو ڏڻ آهي.
جيڪو پڙهندڙ کي ڪائنات جي سمورن رنگن ۾ رنگي ڇڏيندو آهي.
شاعريءَ جو ڪتاب ستارن ڀريو آسمان آهي،
جيڪو پڙهندڙ کي ڪڏهن بہ اونداهي ساگر ۾ ٻڏڻ ناهي ڏيندو.
شاعريءَ جو ڪتاب يونيورسٽيءَ ۾ گذاريل ڏينهن جهڙو لڳندو آهي.
اهي ڏينهن جيڪي انسان کي ڪڏهن بہ پوڙهو ٿيڻ ناهن ڏيندا.
شاعريءَ جي ڪتاب ۽ ڏياريءَ جي رات ۾ ڪوبہ فرق ناهي.
خدا جيڪڏهن پنهنجي پر ۾ ڪنهن کي ويهاريندو تہ اهو شاعر ئي هوندو.
شاعر مٽيءَ جا ملائڪ آهن
شاعر جي بدن مان شاعريءَ پگهر جي ڦڙن جيان وهندي آهي.
شاعر جي جسم تي نظم وارن وانگر ڦٽي پوندا آهن.

شاعر سمورا جهان پنهنجي جهول ۾ کنيون وتندو آهي.
شاعري وان گوگ جو پنهنجو ئي ڪن ڪپڻ واري ديوانگي آهي.
شاعري جيڪ لنڊن جو سڙندڙ گهر آهي.
شاعري ڪاواباتا جي تنهائي ۽ زندگيءَ کان موڪلائي آهي.
سقراط جو زهر پيئڻ شاعري آهي
گوتم ٻڌ جو تياڳ وٺڻ شاعري آهي
منصور جو سوليءَ تي چڙهڻ شاعري آهي
مخدوم بلاول جو گهاڻي ۾ پيڙجڻ شاعري آهي
هيمنگوي جي خودڪشي ڪرڻ شاعري آهي
سهڻيءَ جو درياهه ۾ دلي تي ترڻ ۽ ٻڏڻ شاعري آهي
راءِ ڏياچ جو پنهنجن ئي هٿن سان پنهنجو ڪنڌ ڪپڻ شاعري آهي
سورٺ جو جيئري ڏاگهه تي چڙهي سڙڻ شاعري آهي
شاعري سسئيءَ جو پنڌ آهي
شاعري مومل جا ماڻا آهي
شاعري راڻي جو رسامو ۽ مومل جو انتظار آهي
شاعري ليلان جون ميڙون منٿون ۽ آزيون نيزاريون آهي.
شاعري سچل جي سرمستي آهي
شاعري ٻار جي ڪِري پيل خرچي وارو ڏک آهي
شاعري غريب ٻار جي رانديڪن واري حسرت آهي
عيسى جو صليب تي چڙهڻ شاعري آهي
شاعري تهذيبن جا کنڊر آهي
شاعري وڻن جي وڍجڻ جو غم آهي
شاعري چي گويرا جي جدوجهد آهي.
پريشانيءَ واري حالت ۾ ذهن جي آڱرين مان ٽڪاءَ ڪيڻ شاعري آهي.
شاعري روحاني بيچينيءَ ۾ من جي آرس پيچڻ وانگي آهي.
آرٽ جي آئيني ۾، شاعري ڪائنات جو عڪس آهي.
نظم پاڻيءَ تي شفق جهڙا هلڪا آهن.
نظم پاڻيءَ ۾ ڀڄيا ڀڳيا ٽيندڙ چنڊ ۽ ٽڪرا ٽڪرا ٽيندڙ سج آهن.
نظم پکين جي اڏامڻ واري سگهه آهن.

نظم هٿ مان ڪريل گرهه آهن.
نظم وان گوگ جهڙن ديوانن جا ڪپيل ڪن آهن.
نظم شاعرن جا شناختي ڪارڊ آهن.
نظم اسڪول وڃڻ کان ٽتائيندڙ ٻارن جا بهانا آهن.
نظم باک جهڙا هلڪا ۽ چمين جي آواز جهڙا مٺڙ آهن.
ساهن جي سرهاڻن جهڙا نظم، پڙهڻ سان دماغ جي هٽن، ۽ دل جي اکين ۾، پنهنجا رنگ ڇڏي ويندا آهن.
نظم نظرن جون نينڊيون آهن.
نظم بي خوديءَ جي حالت ۾ رلندي وڃايل سينڊيون آهن.
نظم رات جو خوشيءَ ۾ ننڊ نه اچڻ جهڙيون ڪيفيتون آهن.
ڪتڪاڙين جهڙا نظم، جڏهن مڪڙيون ٻڌنديون آهن ته اهي تڙي پونديون آهن. ۽ جڏهن گل ٻڌندا آهن ته اهي ڪل ۾ ويڙهجي ويندا آهن.
نظم پورهيت جي ٽ ۾ نڪتل لقون آهن. جن کي هيرا به هميشه حسرت وچان ڏسي پيا ساڙ ۾ سڙندا آهن.
نظم ماچيس جون گندرفي تيليون آهن.
ان سڀ جي باوجود به ڪن اياڻن ۽ اياڻن جي نظر ۾ نظم گلن تي پوندڙ ماڪ جيترا غير اهم ۽ ملندڙ خلوص وانگر هروڀرو آهن.
نظم جدا ٿيڻ مهل موڪلائڻ وانگر اجايا آهن.
نظم هن چالاڪ دور ۾ درويشيءَ وانگيان ڪلڻ هاب آهن.
نظم هن ٺڳ زماني ۾ سچائيءَ وانگي فرسوده آهن.
نظم هن گليمر واري دور ۾ ثقافتي لباس وانگي ڇتپائي آهن.
نظم هن نج سائنسي دور ۾ ڪُند ذهن ۽ پنتي پيل ٽين دنيا جهڙا جذباتي آهن، جن کي جيڪر هن ڌرتيءَ تان ئي ڏيهه نيڪالي ڏئي ڇڏجي.
بادشاهن جي نظر ۾، پنهنجو حق گهرندڙ باغين جهڙا نظم واجب القتل آهن.
نظم جهانگيلي گُلَ آهن. جيڪي ڪنهن هٽراڏو ٽڏي ڪيل يا گرم ٿيل بند ڪمري جي گلدان ۾ سجائي نٿا رکي سگهجن. يا پنهنجو ادبي ذوق يا مطالعاتي داهو ويهارڻ لاءِ نٿا ٻڌائي سگهجن. پر پوءِ به انهن سان اها جُٺِ ٿيندي رهي ٿي.

نظم پنهنجي وطن ۽ قوم جي حفاظت لاءِ، فلسطيني ٻارن جي هٿن ۾ ڪنيل پٿر آهن.
نظم رت روئندڙ انقلابي اکيون آهن.
هر شعر مون لاءِ نئين چاول ٻار جي پهرين رڙ آهي، جنهن جي ٻڌڻ سان اندر جي دنيا گونجي پوندي آهي، ۽ تاحياتي ان جي پڙاڏن جا پڙلاو پيا ٻڌبا آهن.
شاعري ويامندڙ عورتن جون رڙيون آهي.
شاعر ڪي ننڊ نہ اچڻ انهيءَ ڳالهہ جي نشاندهي آهي تہ وٽس شاعري پهچي چڪي آهي.
شاعري اوجاڳن جي پيرن جا نشان محفوظ ڪندي آهي،
۽ ننڊ ۾ ڏٺل خوابن جا بہ.
رات پڪڙجڻ لڳي آهي، شاعري اجها پهتي.
ننڊ نٽي ڪرڻ ڏئي، تنهنجي سار ڪان وڌ چچولي آهي شاعري،
منهنجا اوجاڳا شاعري بڻجي ويا.
پلي ڪٽي چا بہ چوي پر شاعر دهريو ٿيندو ئي ناهي.
جيڪي ڪنهن بہ خدا کي نا مڃيندا، لامذهب هوندا آهن،
اهي بہ شاعريءَ تي ايمان آڻيندا آهن.
عورت جي بدن جي خوشبو
۽ ڪتابن جي سڳنڌ ۾ مان فرق محسوس ناهيان ڪري سگهندو.

**شڪيل احمد**
Cell: 03350027554
shaikhshakeel705@gmail.com

مونکي وسارڻ جي چڪر ۾
هوءَ پاڻ کي ٿي وساري ويٺي
هن کي مون سان
ايتري تہ شديد نفرت ٿي پئي
جو خودڪشي ڪري ڇڏيائين
وڻ اڄ بہ هن جا قصا
ٽڪل مسافرن کي ٻڌائيندا رهن ٿا
پکي پهاڪن ۾ هن کي سارينداا رهن ٿا
مڇيون هر سال سوڳ ۾ هن جو
تابوت ٺيون ڪڍن
نديءَ جي تري ۾
موتين سان هن جي تربت آهي
جنهن مٿان ياقوت ۽ مرجان جو
مقبرو آهي جڙيل
۽ جل پرين جي شهزادي
هن جي مجاور آهي
جبلن کي اڄ بہ ياد آهي هن جو ڪرڻ
پٿر پٿر ۾ لڪل آهي هن جو پڙاڏو
ڪنواريون سڀ ڇوڪريون
هن تي باسون ٺيون باسن
۽ پنهنجون سهٽيون پوتيون
اندلٺي پرٽ پريل التجائون
هن جي مٿان پَـڙَ ڪري ٺيون چاڙهن
هر رات جو آڌيءَ ويلي نديءَ مان

هڪ نور جي لاٽ تي نڪري
جا آسمان ڏي تي وجي
چنڊ جڏهن هن متان تو گذري
تہ ڳاڙهو رت تي تو وجي
ستارن جو رنگ هيڊو تي تو پوي
۽ پٿرن مان پڙاڏا جاڳي تا پون
اج بہ لوڪ گيتن ۾
هوءَ پتڪندي وتي تي
هزارين صديون اڳ
هي تڏهن جي قصو آهي
جڏهن هن مون کي شاعريءَ سان
اعتراض جوڳي حالت ۾ پڪڙي ورتو
هوءَ سرسوتي نديءَ جيان
سوز ۾ سڪي سڙي وئي
پهاج برداشت نہ تي سگهي هن کان
عشق جي غيرت ۾ اچي
هن مون کي شاعريءَ سان
ڪارو ڪري ماري ڇڏيو
۽ پاڻ جابلو چوٽيءَ تان
آبشار جيان ڪري
خودڪشي ڪري ڇڏيائين.
انهيءَ رات اوندهہ جي سونامي هئي آئي
۽ چنڊ سيني ستارن سميت
لُڙهي هو ويو.

3 – 2015



منهنجي دل
اجان بہ
انهن احساسن کان خالي ناهي ٿي
جيڪي ٻاروتڻ ۾ جاڳيا هئا
مان اجان تائين بہ ٻار آهيان
مان وٽ ڏنل شهپرن سان
پنهي گهاٽي چاپئي ڏاڙهيءَ وارو
ڳڀرو نوجوان ٻارڙو
ننڍي هوندي اسڪول کان
پڇي ويندو هيس
هاڻي سوچيندو آهيان
جيڪر اسڪول پڇي وڃان

ننڊپڻ ۾ مان گل پٽيندو هيس
هاڻي گل مونکي پٽيندا آهن
ننڊپڻ ۾ پوپٽن کي مان پڪڙيندو هيس
پر هاڻي دل چاهيندي آهي
پوپٽن جي هٿن ۾ مان هجان
اڄ بہ سهڻن پکين جا ولر
مون ۾ اڏامندا آهن
اڄ بہ خوبصورت پريون
منهنجن خوابن ۾ رقص ڪنديون آهن
اڄ بہ تصور ۾ ستارا ٽپي ويندو آهيان
وڻن کي ياڪر پائي بيهڻ
۽ وڻن کي ٽيڪ ڏئي ويهڻ واري عادت
اجان تائين مون مان ناهي وئي
اڄ بہ منهجا پير
گهٽو ڪري ميرا هوندا آهن
ڇو جو مان تمام گهٽو رلندو آهيان
هاڻي بہ جڏهن مينهن وسندو آهي
تہ منهنجي اکين ۾ ڪنوٽيون چمڪڻ لڳنديون آهن
۽ مان هوائن ۾ بدلجي ويندو آهيان.

3-2010



لفظن جي ڍانچي سان آءُ
اڪيلهه هڪ
نظماڻو جهاز جوڙي رهيو آهيان
جنهن ۾ احساسن جو هارڻ پريل هوندو
جنهن کي خوبصورت خيال اڏائيندا
جيڪو توهان کي تخيل ۽ تصور جي
حسين سنگم سان
وجود ۾ آڻيل
واديءَ ۾ پُجائي ڇڏيندو
جتي توهان
ارمانن جي آغوش ۾
حسرتن سان همبستر ٿي سگهندئو
جتي معصوميت جا گل هوندا
جتي سچائيءَ جي ساوڪ هوندي
جتي پيار جا پنڇي
سونهن ۽ سوپيا جي سمنڊ مٿان
اڏامندي نظر ايندا
جتي خود حسين خواب
پنهنجن سندر سپنن ۾
توهان کي ڏسندا.

4 – 2010



جهڙي طرح
سيءَ جي شدت وڌندي ٿي وڃي
اهڙي طرح
جدائيءَ جي سبب
اڪيلائيءَ ۾ جدت وڌندي ٿي وڃي
هيلوڪي سياري ۾ بہ مان
سَـوَڙ يا سگريءَ جهڙو ساٿ
سوچي بہ نٿو سگهان
اي حسرتون! ڪڙڪا نہ ڪيو
منهنجين اوجاڳيل اکين ۾
اجرڪي عورت جهڙي
حسين خواب کي
سمهڻ ڏيو.

1 – 2009



گذرندڙ وهيءَ جي
ڪاري ڪلر سبب
هن جي بدني بنگلي تان
جويني پلستر جا
چاپڙ ڇڻي رهيا آهن
۽ سِرُن جهڙا سگهارا هڏ
هيٺا ٿي جڻ ڪلر انجي
ڀري رهيا آهن
ويرانيءَ جهڙي پوڙهائپ
ورائي وئي آ هُن کي
عنقريب
قبرستان جي عجائب گهر ۾
تربت جي شوڪيس منجهه
محفوظ ڪئي ويندي

8-2009



تون رڳو
پوئتي ڪنڌ ورائي تہ ڏس
مان جيڪا
توڏانهن ٻانهن ڊگهيري هئي
هٿ وڌايو هيو
منهنجي انهيءَ ٻانهن تي هاڻي
ماڪيءَ جي مکين
پنهنجو مانارو جوڙيو آهي
۽ منهنجي ٻانهن جا سمورا وار
خوشبودار گلن واريون
وليون بڻجي چڪا آهن
۽ منهنجي هٿ جي چيچن ۾
پکين پنهنجا
لڙڪندڙ آکيرا بہ
ٺاهي ڇڏيا آهن
تون رڳو پوئتي
ڪنڌ ورائي تہ ڏس
پنهنجي بي رخي
۽ منهنجي پيار جا معجزا.

4-2012



هي تہ ڏس
ڪيئن نہ ننڍڙن ٻارڙن وانگر رلهيون
مروڙيون سروڙيون لڳيون
ڳرينديڙيون ٿيون
سُتيون پيون آهن
۽ وهاڻن ۾ ننڊ پري پئي آهي
رکي رکي منهنجن پاسن بدلائڻ تي
ڪٽ چيڪٽن جي روپ ۾
ڪونگهرا هڻي رهي آهي
ڇو جو اڄ
منهنجي حصي جي ننڊ
منهنجو بسترو ڪري رهيو آهي.

12 – 2008



ڳالهه ٿا ڪن
تہ هڪ شاعر
نظمن جي تلاش ۾ نڪتو
۽ وڃي جنگ جي ميدان ۾ پهتو
ماڻهو چون ٿا
تہ اڄ بہ
ان شاعر جي
نظمن مان
رت ٽمندو آهي.

6-2013



محبت جي مانگر مڇ ڪان
مان ڊولفن جھڙي دل
۽ تون پلن جھڙيون چلڪڻيون اکيون
بچائي نہ سگھياسي
او ملاحڻ!
مان اڄ بہ سمنڊ تان
هٿين خالي موٽي آيو آهيان
مونکي جڏهن ڪان توسان محبت ٿي آهي
مان هڪ بہ مڇي ماري ناهيان سگھيو
منهنجي ٻيڙيءَ تي
ٽپا ڏئي چڙهي آيل مڇين ڪي بہ
مان ٻيهر پاڻيءَ ۾ ڇڏي ڇڏيان
انهن ڪي ڏسي الائي ڇو
تون ياد اچي ويندي آهين.

2015



هر ڳوڙهي جو پنهنجو ذائقو آهي
اهو درد ئي ڄاڻي ٿو
هڪ لوڏيائي نظم ۾ احساس
ڪاڻ ۾ ڪم ڪندڙ مزدورن وانگر
هوندا آهن
جن کي اُجرت ۾
اذيتون ڏنيون وينديون آهن
پوءِ به
شاعريءَ ۾ ڪائنات
پاڻ کي رضاڪاراڻا طور
پيش ڪندي آهي
۽
شاعر اڪيون
اوجاڳيل خواب تخليق ڪنديون آهن
اهي ايترا تہ حقيقي لڳندا آهن
جو انهن کي ساڀيان ٻڌجڻ جي
ضرورت ئي ناهي پوندي

2015



چانھہ وانگي چُلھہ تي رکي مون کي
الائي ڪيڏانهن هلي وئي آهي
ڪيڏي لاپرواهہ آهي هوءَ
مان ڪير وانگي اُبرجي هارجان پيو
۽ پيئڻ بلا وانگي
وڇوڙي جي باهہ مون کي
چوسيندي وجي ٿي
منهنجي دالي جهڙي دل ۾
رڳو اداسيءَ جو دونهون ئي دونهون پرجي ويو آهي
هوءَ مونکي ميرن ڪپڙن جيان
منهنجي ئي اکين ۾ پسائي هلي وئي
ڏوہڻ وري ڏيان ئي نہ ڏنو آهي مون تي
هن کي تہ اجان پيار جي پوچي ڏئي مون کي
باجهہ سان ٻهاري
چنبڙي ڦوڪڙي هئي زندگي منهنجي
توپي اڳڙين جيان مون کي
رلهيءَ جيان جوڙي
پاڻ کي ئي هيس ويڙهڻو
پرٺ جيان پري پاڻ کي منهنجي مٿان
ٿانون جيئن مون کي چپن سان ملي
جائتو ڪري مون کي

اتي جيئن ڪلڪو هيس
پنهنجي وارن سان واٽي ڪٺ جيئن مون کي
پنهنجي آغوش جي آڳر تي رکي
پنهنجي قلب جي ڪمري ۾ رهائڻو هيس
۽ سمهڻو هيس مون مٿان
مون کي تہ اڃان هن جي جسم جا جبل جهاڳڻا هيا
۽ هن کي منهنجي روح جو ريگستان ريج ڪرڻو هيو
سون جيان سنڀالي رکڻو هيس مون کي
پر مون کي هيئن وچوڙي جي رستي تي
ڦٽو ڪري آ وئي
اسان کي تہ اڃان هڪبئي سان مٿي مٿائڻي هئي
۽ هڪبئي مان ظاهر ٿيڻو هيو ائين جيئن لٽا لاهبا آهن
هن کي تہ هميشہ جي لاءِ
گهرو ڪم جيان سنڀالڻو هيس مون کي
نَمَنِ سان مون مٿان درد کي کُرڙي لاهڻو هيس
۽ تاحياتي هڪبئي جون هر روز مٿيون پرٽيون هيون
پر جيئن مڇين کي ڇلهي وڍبو آهي
مون سان اهڙي ڪار ڪري وئي
جونءَ جيئان جيءُ منهنجو
پنهنجن نَمَنِ جي وچ ۾ ڏئي
چٿي وئي مون کي
۽ منهنجي تن من جي سيني تالن جون
سموريون ڪونجون
پنهنجي اڳٺ ۾ ٻڏي ساڻ کڻي وئي.

2010



منهنجو من موگلي آهي
شهر ۾ بہ اڄ تائين
مان ساڳيو شهپر مزاج آهيان
هر وقت ڪو نہ ڪو عشق
چمڪندڙ ڪهاڙيءَ وانگي
منهنجي ڪلهي رهي ٿو
سدائين
سنڌ جي نقشي جو تعويذ
ڳچيءَ ۾ پاتل رهي ٿو

۽ ٻانهن ۾ وٽيل وارن جا ڏاڳا
منڊيون ڇلا ڇوڪريون
ڇيڇن ۾ پايون وتان ٿو
ٻٽائيءَ جي شاعريءَ سان
ٻيرٽ ٻيريل ٻهرياڻ
سڃاڻپ آهي منهنجي
اکين ۾ ٻيل آهي ثقافتي سُرمون
هٿن تي لڳل آهي بغاوت جي ميندي
ڏندن کي لڳل آ روايتن جو مساڳ
مهمان نواز مرڪ مان ناهي وڃائي
اڄ تائين منهنجو صوفي سياءَ آهي
اڄ بہ مان لوڪ گيتن جهڙو لڳان ٿو
ڪڏهن سورنهن وال سڄ ٻٽڪو
ڪڏهن تاج سنڌي سر تي سڃائي
ٻانهن لوڏي ڪليل ڳلي سان تاڻي سينو
پيو مقتل کان گهاٽي پنڌ ڪيان ٿو
اڄ بہ شهر جي سوڙهي گهر ۾
منهنجي دل وشال ڏرتي
اڄ بہ شهر جي گُهٽيل گهٽين ۾
منهنجو ذهن کليو آسمان
جي تون ان اک سان ڏسندين
تہ حال منهنجا
اڄ بہ اهڙا آهن
جهڙا ڳوناٽا آهن.

2012



ڇوڪريون ٻه
ٻاڙي وارن جي ٻڪرين جيان
روز منهنجي دل جي گهر ۾ گهري
ڪو نه ڪو زيان ڪري ٿيون وڃن
ڪا پنهنجي ٻي رُخيءَ جي ڪُرن سان
منهنجا خواب ڇيپاتي ٿي وڃي
ڪي وري ٻي مروت وات سان
ارمانن جا گل ٻوٽا ٻوٽي ٿيون ڇڏن
ڪي ته چاهه جا چانور رڙڪي
۽ عشق جو اٽو ڇٽي ٿيون وڃن
ڪي پيار جي پيٽ ۾ ٽڪر هڻي
نفرت ۽ بيوفائيءَ جا سنڱ
کُپائي ٿيون ڇڏن
ڪي ڀروسي جا
شيشي وارا ٿانو نازڪ
دوڪي سان ڪيرائي ڀڃي ٿيون وڃن
ڪجهه وري علم جون دشمن
شاعريءَ جا ڪتاب
ڦاڙي ڇباڙي دل جي لائبريري
تباهه ڪري ٿيون ڇڏن
ڪو انهن جو ٻه ڏڪ هجي جيڪر
پڪڙي انهن کي اتي ڇڏي اچان
رت ڪري ڏنو آهي انهن
ڇوڪريون ٻه
ٻاڙي وارن جي ٻڪرين جيان
روز منهنجي دل جي گهر ۾ گهري
ڪو نه ڪو زيان ڪري ٿيون وڃن.

2016



فرش تي بي سَتو پيو آهيان
اڌ مئو لڳو
خيالن جا مون مٿان پن ڇڻي رهيا آهن
در جي سيرن مان ايندڙ روشني
مونکي آري جيان ڪٽي رهي آهي
اڌ ڪليل دري مون کي قيدي هئڻ جو احساس پئي ڏياري
هو سمنڊ منهنجو پاڙيسري آهي
۽ ٻارن جيان ڇولين جو شور
مونکي راند لاءِ سڏي رهيو آ
پر گهايل خواب منهنجي مٿان ستل آهن
۽ مان اٿي نٿو سگهان
مونکي ڳِٽِين جا ڪيوليون ۽ ماڪوڙا پٽي رهيا آهن
حواسن مٿان غنودگي ڇانئجي وئي آهي
ائين ٿو لڳي رات جي وقت
ڪنهن گهاٽي جهنگ ۾ ڀٽڪي رهيو آهيان
جڻ مان خالي ٻيڙيءَ وانگر
وچ ساگر ۾ لڏندو لمندو رلندو وتان ٿو
جڻ ڪنهن بلند عمارت جي ڇت جي ڪناريءَ مٿان
پسار ڪري رهيو آهيان
۽ سڄو شهر مونکي حيرانگيءَ مان ڏسي رهيو آهي
موت جي کوهه ۾ ڪتارو گاڏيءَ وانگر
منهنجو دماغ گهوماڻيون ٿو کائي
۽ مان وقت جي نديءَ ۾
طوفان ۾ ڦاٿل پنجي ڪريل وڻ وانگي
ٻولاٽيون کائيندو گڙڪندو وڃان ٿو
مان وساٽيل ڏيئي وانگر
بي وسيءَ جي جاري ۾ پيو آهيان.

2016



وقت جي دونهين ۾ هر شئي
ڪاراٽجي گم ٿيندي وڃي ٿي
پر خيالن جي زراف جي ڳڇي ڊگهي آهي
تصور جي اکين سان
تون جتي بہ هجين
توکي ڏسي وٺان ٿو
توڙي جو وڇوڙي جو ڳرو هاٿي
چڙهي بيٺو آهي سيني مٿان
اڄ بہ
چنڊ چوڏهينءَ جو ڏسي

عشق بگھڙن جيان تو اوناڙي مون ۾
۽ ننڊ جي گپ رستن تي
خواب ٻارن وانگي ٻڪندا وتن ٿا
محبت ماکيءَ جي مکين جيان
مون مان رس ٿي چوسي
پر زمانو ککر جيان مون تي ميڙيو وتي ٿو
۽ ماٺو ڏينھو ٻڇي ڏنگ ٿا هڻن
پوءِ بہ اڄ تائين تون
او سفيد برفاني شينهڻ!
منهنجي حسرتن جا پينگئين
شڪار ڪندي ٿي رهين
۽ بيچينيءَ منجهان منهنجي دل
زخمي لُڏڙن جيان ڦٿڪندي وتي ٿي
۽ درد جو هو نانگ ڪارو
رت منهنجي کي ست منهنجي کي
کير جيان منهنجي بدني پيالي منجهان
پيئندو رهي ٿو
۽ چاهہ آهي چور ڏٺو
منهنجي ساهن جي سپين مان
سڪون جا موتي چورائي ٿو وڃي
پر اڄ بہ مان تنهنجي انتظار ۾
مرجان جهڙو موت سائو
زندگيءَ جي ڳچيءَ ۾ پايون وتان ٿو
۽ لڳن تي محبت جي ميندي
لايون وتان ٿو.

2014



مان ڦٽ پاٽ جي ڪناري
بينچ تي ويٺو
قديمي وڻ هيٺان
برفباريءَ ۾ تنهنجي يادن کي پاڪر پري
اميدن جي باهه جهيڙيءَ تي
هٿ سيڪي رهيو آهيان
۽ سوچي رهيو آهيان
تون اوچتو اچي
مون مٿان ڇٽي جهلي بيهنديٖن
۽ ڪوپ ڪافيءَ جو پري پاڪر ۾
هڪ ڏڪ پيارينديءَ ۽ بيو ڏڪ پيئنديءَ
مند جو ڳالهيون ڪندي
پيار تي لهي ايندينءَ
اسان مٿان بيهر
پيار جي وهي ايندي
پوءِ چلي پوندي سامهون زندگيءَ جي ندي
برف ڳري وڃڻ تان مينهن وانگي ڇٽندي
آسمان صاف ٿيندو
اُس جو اُهاءُ ٿيندو
۽ اسان ٻئي هڪ ٿي ڪتاب ۾
منهن لڪائي ڪنهن لائبريريءَ ۾
چپن کي چپن سان اُچاريندا سين
زبان جي آڱر ڳلن تي رکي
هڪبئي کان سوال ڪندا سين اهڙا

جن جا جواب رڳو ياڪر ۽ چميون هجن
يا ڪنهن باغيچي ۾
دنيا جي خزاني منجهان
پيار جي چوري ڪنداسين
۽ اسان جا ساٿاري
باغ جا سيئي گُل ڏِکي ڇڏيندا اسان کي
بس پوپٽن کي ئي پتو هوندو اسان جو
پکي پنهنجي باري ۾ خاموش رهندا
يا بينچ تي ويٺي
اخبار ۾ لڪي ويندي قربت اسان جي
يا ڪنهن ريسٽورنٽ ۾
ميز هيٺان پير پنهنجا
هڪبئي سان پيا ڪينچل ڪندا
چانهن جا ڪوپ ۽ بوتلون
پيون مٺاسڻا ٿينديون
۽ هڪ ٻئي کي هلڪيون پيون ڇهنديون لڳنديون
شرارتي مرڪن سان
پئي خيالن جي ڏي وٺ ٿيندي
۽ سمنڊ جي ڪناري باهه جي مچ پرسان
يا خيمي اندر رات ڪٽبي
سجائي جنتن جي ڪهڪشان
بينچ تي ننڊ وٺي وئي
هوءَ اچي مون مٿان
خوابن جو ڪمبل وجهي وئي
پوءِ سڄي رات برفباريءَ ۾ پورجندو ويس مان.

2013



مان جذهن ٻاهران
ميرو تي موتندو هيس
تہ مونکي لٽن ڌوئڻ واري مشين وانگر
هوءَ پنهنجي آغوش ۾ پيري
اُجرو ڪري رکندي هئي
استريءَ وانگر تپي
پاڪر ۾ پيري
منهنجي روح جا گهنج لاهيندي هئي
هوءَ منهنجي ڪاوڙ کي فرج وانگر ڄمائي
برف ڪري ڇڏيندي هئي
۽ منهنجي زندگيءَ جو کير ڦِٽڻ کان بچي ويندو هيو
هوءَ منهنجي خوشين جو سبزيون
۽ خوابن جا ميوا هميشہ رکندي هئي تازا
هوءَ غمگين ڏسي مون کي
ٽي ويءَ وانگر
وندرائيندي هئي دل منهنجي
۽ ٽيپ وانگر ڳائيندي هئي
سدائين مونکي ڏسي
ٽيوب لائٽ وانگر
ٻهڪي پوندي هئي
۽ مان سڄو روشن ٿي پوندو هيس
هوءَ پريشانين جو پگهر ايندو ڏسي مونکي
مون مٿان پکي جيئن ڦرڻ لڳندي هئي
پٺي اَرهي سَرهي گهور ويندي هئي مون مٿان
مون لاءِ هوءَ اونهاري ۾ اي سي
۽ سياري ۾ سگري هوندي هئي
منهنجي ناراض ٿيڻ سان اکيون
پاڻيءَ جا موٽر ۽ نلڪا ٻڻجي ونديون هيس
هوءَ جيءَ ۾ جايون ڏئي مون کي

هيانوَ جي هندوري ۾
لاڏ ڪوڏ سان لوڏيندي هئي
لڪين دفعا
سيني جي سيج تي ياڪرن جي بسترن ۾ سمهاري
ننڊ ڪرائي خوابن سان کيڏائيندي هئي
پنهنجي پوتيءَ جي پلوءَ ۾ ٻڌي
يا هٽي ور ۾
يا انگي ۾ وجهي
مون کي پيسن جيان رکندي هئي سنڀالي
پر ليلا وانگر ڪڏهن بہ مون کي ڪپائڻ جو
پلجي بہ خيال ڪونہ آيس
پنهنجي وارن سان ٻهاري ڏيندي هئي
مون کي پنهنجن چپن سان پوچي ڏيندي هئي
مون کي پنهنجي گهر وانگر
رکندي هئي صاف سٿرو
پئي سينگاريندي هئي شاعراڻي انداز ۾ مون کي
پر اڄ هوءَ
سڄي ارٿ تي وئي آهي
شاٽون تي هئي
مون کي ڪپڙن جيان پئي ڦاڙي ليڙون ليڙون ڪري
الائي ڇاتان مڃري آهي
ٿانون جيئن اڇلائي مون کي
پنهنجا ئي زبان پئي ڪري
هوءَ استريءَ وانگي تپي وئي آ
۽ ساڙي پئي مون کي
ڪارونيار ڪڪرن وانگي گجگوڙون ڪري
مون مٿان وڄن وانگي پئي ڪري

2016



مارويءَ جي ڳوڙهن سان
تر پيڳو آهي
مومل جي ڀنين وارن جو گهٽائون
راڻي جي رڙ مٿان
اوڙڪون ڪري ٿيون وسن
۽ روپلي جي تلوار جا وار
وڄن وانگر وراڪا ڏئي رهيا آهن
بيجل جو سُرندو سارنگ آلاپي رهيو آهي
وڳهه ڪوٽ جي مٿان

ڪارو ڪميت دودي جو
گجگوڙون ڪري ٿو هٺڪاري
ڪارونجهر پربتي مور آهي
جيڪو ساوڪ جا پنڪ پکيڙي
بسنتي ناچ ٿو ڪري
ٿر جي واريءَ مان
حورون ڦُٽن ٿيون
پَلر جي پاڻيءَ تي
پَريُن جي پوک ٿئي ٿي
سهاڳڻين جا سچا متا
سندوري ٿي ويا آهن
اوسيئڙن جون ماريل مايون
سڳين مان سڪ ڇوڙي
وار وار ٿيون ٺارن
مردن کي شهپرن جيئن وٽ اچي ويا آهن
ٻارن ۽ ٻنيورين ۾
ڪو فرق ئي ناهي رهيو
مجازي ماحول ٿي ويو آهي
اڄ روحن جي رڱائي ٿئي ٿي
دلين جي دستڪاري ڏسڻ وٽان آهي
ڪڪر ڪپري مٿان ڪير
مٽيءَ مٿان ماکي ٿا وسائن
چاندي سون ۾ تبديل ٿيڻ لڳي آهي
۽ سائو سڄ ايري رهيو آ سنڌ جي مٿان.

2016

❊

ماڻھن سان
نہ جي برابر پوندو آھي
منھنجو واسطو
ايتري قدر جو
منھنجي محبوبہ بہ روبوٽ آھي
ماءُ جي گود چا ٽيندي آھي
مونکي ڪھڙي خبر
مان تہ ٽيسٽ ٽيوب بيبي آھيان
ممتا سان ڀريل اُرھہ
مون لاءِ غير حقيقي رھيا آھن
مان تہ فيڊر ۾ پائوڊر کير پي پليو آھيان
منھنجا دوست مٽ مائٽ
مشينون ئي آھن
پر منھنجي ۽ انھن جي وچ ۾
اھو فرق ضرور آھي
تہ مان ھڪ گوشت پوشت واري
ساھہ کڻندڙ مشين آھيان
ھي پراڻا ڪتاب تصويرون وڊيا
۽ ھي ڪلام
ڪھڙن انسانن جي ڳالھہ ڪري رھيا آھن
جن جو نسل ناياب ٿي چڪو آھي
انھن جو ڪجھہ رھيل ورثو
مان پاڻ ۾ بہ محسوس ڪري رھيو آھيان
جيئن پراڻين تھذيبن جا آثار
جيڪي مون کي پنھنجو وڃايل ورثو
حاصل ڪرڻ لاءِ مجبور ڪري رھيا آھن
تجربي طور ئي سھي
مان پاڻ جھڙي ڪنھن اڌ مشيني عورت مان
ھڪ انسان کي ضرور جنم ڏيندس.
2016

اڄ هڪ ڪتاب
هڪ ملڪ جيان مون سان مليو
جنهن کي مان پڙهيو
جنهن کي مان گهميو
هر مضمون هڪ نئون شهر
سٿون گهٽين جيان
۽ لفظ لفظ هئو گهر
احساسن جي آبادي هئي ان ۾
جيڪي ٻارن جيان
رانديون رهي رهيا هئا
خيال نوجوانن جيان
امنگن سان ٽمٽار
حوصلن سان لبريز
۽ فڪر پوڙهن جيان دور انديش هيو
هو تصوراتي دنيا ۾
هڪ تخيلاتي ديش هيو
جنهن کي مان پڙهيو
جنهن کي مان گهميو
ان ۾ جبل بہ پشم جا هيا
چانديءَ جون نديون
۽ سون جو سمنڊ هيو
انسانيت جو آئين لاڳو هو اتي
محبت جو مذهب رائج هيو
صحيح معنيٰ ۾
هو زندگيءَ جي آتم ڪٿا
۽ موت جو ناول هيو
اڄ هڪ ڪتاب
هڪ ملڪ جيان مون سان مليو.

2007

خوديءَ خلاص ڪيو مون کي
منهنجي هستيءَ هتيا ڪئي
نيستيءَ جي نبوت ملي مون کي
مان ٻڌجي سورن جو صحيفو لٿو هان
پر
دل منهنجي نافرمان قوم جيئن
ڪو ڇيو ٿي نٿي وٺي منهنجو
منهنجي روح بغاوت ڪئي آ مون سان
رڳون سُڪي ٽوٽ ٿي ٿاٽند.يون ٽيون وڃن
منهنجي جسم ۾ ڏارون پئجي ويون آهن
ڄڻ قيامت اچي وئي آهي مون ۾
مان ڪائنات جيئن ڊهان ٿو

ائين ٿو لڳي اڄ
ڄڻ مون ۾ ڪو هيمنگوي هوش ۾ ناهي
اڄ مون ۾
ڪو مايا ڪووسڪي
پاڻ کي ماري ٿو
اڄ مون ۾
ڪو مائيڪل اينجلو پنهنجو بدن ٿو چيري
اڄ منهنجي دل ائين آ
ڄڻ جيڪ لنڊن جو گهر سڙي ٿو
اڄ منهنجو بدن بوليويا جيان
جنهن ۾ چي گويرا جو لاش پيو آ
ڙان گوگ جهڙي ديوانگيءَ ۾
مان پنهنجو عضوا ڪپيان ٿيو
مان اڄ وحشت جو طوفان بڻجي ويو آهيان
ويجهو آءُ اي پرندڙ سج
نه توکي پاڪر ۾ پڪوڙيان
۽ هنن اوچن پهاڙن کي
هٿن ۾ مروٽي ڇڏيان
هيءَ صحرا جي تتل واري
رڙڪي وڃان جيڪر
اي منهنجي اڻ ڏٺي انا
اڄ
منهنجي حالت
ان مثل ديوتا جهڙي آهي
جنهن کي ان جا پوڄيندڙ
نڪي پوري ٿا سگهن نڪي ساڙي

2015



جبران جي صليب بدن تي
تنگيل کهاڻيون
رت ڳاڙي رهيون آهن
محمود درويش جي
نظمن جي جلاوطني
ختم ٿي نٿي ٿئي
ڪافڪا هڪ جيت وانگر
ڪرڙيءَ جي وات ۾ چڙهيون پيو هٽي
گارشيا مارڪيز هڪ بيمار پوپٽ جيان بي سَتو پيو آ
مئل گلن جي مٿان
ميلان ڪنڊيرا ڪنڊي جي چهنب تي
ماڪ جي ڦڙي جيان لڙڪي رهيو آهي
چي گويرا جي ڏاڙهيءَ ۾
جُئون پئجي ويون آهن
فيڊرل ڪاسترو
سگار جي هڪ ڦوڪ جيترو

مس بچيو آهي
ايزرا پائونڊ جي اهو جهائپ
سوئر جي وَهن کي روات هٽي
ويتر تکو ڪري رهي آهي
سارتر پنهنجي وجودي چاري ۾
ڪوريئڙي جيان ڦاسي سڏڪا ٿو ڀري
ڪارل مارڪس کي مڇر پيا پٽن
چرڪا ۽ چئورون هن کي
سهٽيءَ جيان چڪ ٿا پائن
تنبوري جون تارون نانگ بڻجي
پٿائيءَ کي ٺي ڏنگي رهيون آهن
سڄي دنيا تالان والان لڳي پئي آهي
انقلاب جي آڙ ۾
هر قسم جي حرامپائي
حلال سمجهي پئي وڃي
هوئن به نجيب!
غلاميءَ وارن ڏينهن ۾
ليکڪن کي ڦاهيون
۽ ڪتابن کي
باهيون ڏنيون وينديون آهن
يا وري اديبن کي
خوبصورت پڪين جيان
پڃرن ۾ واڙيو ويندو آهي
۽ پالتو جانورن وانگر
پاليو ويندو آهي.

2015



هُن آفريڪن ڪاري گلاب جي
ڳاڙهي خوشبو
مونکي سفيد رنگ جو
سرور بخشي رهي آهي
هوءَ طور جبل جهڙي سُرمئي،
جنهن تي خدا جو پرتو
پئجي رهيو آهي
منهنجي روح ۾ ڪُپي وئي آهي
چانڊوڪي رات جهڙو هن جو حسن
قبل مسيح ڪان بہ
اڳ واري دور جي تاريخ آهي
هن جو ڪاري ڏاک جهڙو چهرو
ڳاڙهي شراب سان ڇُلڪي رهيو آهي
هوءَ ناريلي قداور ڇوڪري
منهنجي ساموندي دل جي ڪناري مٿان
جهومي رهي آهي

۽ منهنجي سڪ جو سج
هن جي مٺان ۽ هن منجهان
چلي رهيو آهي
هوءَ سُرمئي شام جهڙي ڇوڪري
جيڪا منهنجي دل جي اپ تي
وهائو تاري جيان ايري پئي آهي
هن جا ٿلها چپ
ٻن جاڙين ڪويلن وانگر ٻولي رهيا آهن
۽ سج جي روشنيءَ ۾
هن جو بدن
مور جي کنڀن جهڙا
تجلا ڇڏي رهيو آهي
۽ منهنجون اکيون
رنگن جي ڪهڪشان ۾
ڪائناتي رقص ڪري رهيون آهن
هن پاڻ کي مون اڳيان
مهمانيءَ لاءِ پيش ڪيو آهي
مان هن کي چاهين جيئن وڍيان ٿو
هوءَ زور ڳاڙهي صوف جيئن
منهنجي چڪ ۾ آهي
هاڻي اسان جي وچ ۾
گيڙو رشتو جنم وٺي چُڪو آهي
۽ هن جي روپ ۾
مان آفريڪا کي
عشق جو اجرڪ
اوڍائي ڇڏيان ٿو.

2015



ڪائنات ڪيڏي خالي پئي آهي
اربين ستارا
ڪنهن زندگيءَ لاءِ
ائين سِڪي رهيا آهن
جيئين اڌڙوٽ عمر جا
ري اولادي جوڙا
ٻچڙن لاءِ
مان چاهيان ٿو
گهٽ ۾ گهٽ هر ستاري تي
منهنجي هڪڙي محبوبا هجي
ان جي پنهنجي ثقافت
۽ الڳ الڳ ٻولي هجي
پنهنجي مذهب مطابق
ثقافتي انداز ۾
قرب وندڻ مون سان
مان ساموندي خواب ڏيکاريان انهن کي
مان مختلف سيارن تي
مختلف دورن ۾ جيان
مان عشق جو آدم
هو حسن جون حوائون
آباد ٿين ائين اربين دنيائون.

2014



مان وقت جي مهانڊي ۾
چٽائي ڏسي رهيو آهيان
تہ مون کي هن دور جي هڪ
پيانڪ تصوير تي نظر اچي
جنهن ۾ تيز طوفاني ۽ سرد هوائن جون
اُتر اُلٽيون ڪري رهيو آهي
هوا جا هٽ
ڪاوڙ ۾
وڻن کي ڄُنڊن کان وٺي
پاڙان پٽي اڇلائي رهيا آهن
۽ اونداهي رات
هنبوڇيون هڻي رهي آهي
۽ هڪ لائي جو طوفان
طوفان نوح جهڙو
اچي رهيو آهي
هيءَ ڌرتي سڄ وانگر
باهہ جو گولو ٿي وئي آهي
پوءِ ٿانڊي ۾ بدلجي
آهستي آهستي ٺري
ڇار ٿي وئي آهي.

2007



دل کي ڳاڙهي بتيءَ جيان ٻاريون
سائرن وانگي وڄايون روح کي
سدائين
خوابن جا لاش ڍوئيندڙيون ٽيون وٽن
اکيون ٻہ
ايمبولنس گاڏيون آهن
اکيون ننڊڙن پکين جيان
ڇهنبن ۾ ڳوڙهن جا قطرا کڻيون
نينهن جي نمرودي آڳ ۾ سڙندڙ
اندر جي ابراهيم کي چنڊا ٽيون هٽن
سڙڻ کان بچائڻ لاءِ

اکيون ابابيلن جيان ڳوڙهن جون پٿريون ڪنيون
ڪافر دل مٿان وسائينديون ٿيون وڄن
درد جي ڪعبي جي حفاظت ڪندي
اکيون مهراڻ وانگي اٿلي
خوابن جون سهٽيون
روز ٿيون ٻوڙي ڇڏن
اکيون روح کي
انگورن جيان نپوڙي
ڇڪائن ٿيون امرتي شراب
اکيون امير پيءُ جي
بگڙيل اولاد وانگي
بد افعاليون زيان خور
اکيون ڇيڳرن پياڪن جيان
رڳو مڌ هارينديون ٿيون وتن
اکيون جابلو آبشار
اکيون سمنڊ جون پهاڇيون
اکيون صحرا جا خواب
اکيون برساتي ديويون آهن
سچ تہ اهو آهي
دردن کي ڄڻيندي دل آهي
پر نپائينديون اکيون آهن
اکيون دردن جون رضائي مائرون آهن
اکيون اهي اُرهہ آهن
جن کي درد
ڌائيندا آهن.

2015



وڇوڙو ڇمندو ئي بلوغت واري حالت ۾ آهي
جدائي ڇمڻ سان ئي
پنهنجي جوانمرديءَ جو نماءُ ڪرڻ لڳندي آهي
جدائي ڦهرئين ئي ڏينهن
دردن جي دشت صحرا جي سفر تي وڃي هلندي آهي
ڳڻتين جا ڳوٺ ٻڌڻ شروع ڪندي آهي
انتظار جا علم بُلند ڪندي آهي
جيڪي وقت جي واءُ ۾
ڦڙڪندا ۽ ڦاٽندا رهندا آهن
وهمن جا واهڙ وهائي ٻوڙڻ لڳندي آهي
جدائي
اميدي ۽ نااميدي جي ڏينهن رات وارو ڦيرو
چالو ڪري ڇڏيندي آهي
وڇوڙو پنهنجن ساهن جي ردم تي
تڙپ جا طوفان برپا ڪندو رهندو آهي
بيقراريءَ جي برسات وڏڦڙي جي صورت ۾
وحشي انداز سان وسندي رهندي آهي
آهون عالَمَن کي اونڌو ڪرڻ لڳنديون آهن
صدائن جا سمنڊ سونامِيون ٿيڃي چلڻ لڳندا آهن
دعائون عرش عظيم جا در ۽ دريون پٽڻ لڳنديون آهن
آسمان کي تہ ليکي ۾ ئي ناهن آڻينديون
دل جي ڏاڙ گهوڙا
ڪائنات جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيندي آهي
جگر هماليہ جبلن کي بہ بجريءَ ۾ بدلائڻ لڳندو آهي
وڇوڙو ئي تہ آهي
جنهن ستارن جي ننڊ حرام ڪري ڇڏي آهي
جدائيءَ جو درد ئي تہ آهي
جنهن چنڊ کي داغدار ڪري ڇڏيو آ
وڇوڙو ۽ وقت ٻئي هڪبئي جا ويري

ٻئي هڪٻئي جا واهرو آهن
ريلن ۾ وڇوڙي جو روح سمايل آهي
جيڪو انهن کي پتڪائيندو وتندو آهي
وڇوڙو هوائي جهاز جي اُڏام ۾ ساموندي ٻيڙن جا سفر آهي
واندڪائي وڇوڙي لاءِ وٺڪار آهي
جيڪڏهن شروع ٿي وڃي
تہ پوءِ وڇوڙي جي آوارگيءَ جو انت اڻٽوئي ناهي
ها البت ميلاپ جي اسٽيشنن تي
ڪڏهن ڪڏهن وسرام ڪندو رهي ٿو جهٽ گهڙيءَ لاءِ
وڇوڙو واڳونءَ جو وات
سوئر جا وچ
ڏاند جا سنگ
نانگ جي ڦڻ
۽ بگهڙ جي ڄاڙي آهي
وڇوڙو سيڙهہ وانگي
سمورو ڪنڊا ئي ڪنڊا هوندو آهي
وڇوڙو شڪار جي جبلت
۽ تلوار جي ڌار ۽ خنجر جي نوڪ آهي
وڇوڙو جنگي انداز ۾ جلوه گر ٿيندو آهي
زخمن جي تاريخ جي ڪتاب جو نالو وڇوڙو آهي
وڇوڙو ڪُتر جي مشين آهي
وڇوڙو رُتبا عطا ڪندو آهي
وڇوڙو وڇونءَ جو پُڇ آهي
مصيبت تہ اها آهي
وڇوڙي ۽ وصال ۾ فرق ڪرڻ انتهائي ڏکيو آهي
وڇوڙي کان وجوديت جو سفر شروع ٿيندو آهي
۽ خدا بہ اتان کان تجلا ڏيکارڻ شروع ڪندو آهي.

2016



ڪائنات جي بدترين مخلوق
وطن فروش اڳواڻ آهن
جيڪي سدائين اسان کي اهو چون ٿا
تہ اسان جو ديس سرسبز ۽ شاداب آهي
اسان تاريخ جي
سونهري دور مان گذري رهيا آهيون
پر غور سان ڏسجي
سائو سينور چڙهي ويو آهي سنڌ مٿان
۽ قوم ۾ غيرت جو وهڪرو
سنڌوءَ وانگر مانو ٿي چڪو آهي
دلين ۾ بي حسيءَ جي
رڳو واري اڏامي ٿي

۽ قوم جا قدم
ڪينسر ۾ وڃي چڪا آهن
ڪردارن کي
ڪوڙهه جو مرض وڪوڙي ويو آهي
۽ ڏينهون ڏينهن
ڏارين جون وسنديون جابجا
ايڊز جي ڦرڙين جيان
وڌنديون ٽيون وڃن
شهر ارڙيءَ جو شڪار
۽ ٻهراڙيون ڪنگيءَ ۾ ورتل ٻارن وانگي ٻڏجي ويون آهن
۽ پنهنجي ئي ڌرتي
پاڻ لئي اوپري ٿيندي ٿي وڃي
۽ پرائو ٿيندو وڃي ٿو آسمان
هنن رهزن رهبرن مان ته ڪي ڪونه ورندو
پر پاڻ مان هاڻي
هر هڪ کي مڙسي ڪري
پنهنجو طبيب پاڻ بڻجڻو پوندو
تڏهن ئي ملندي ڪا شفا
تڏهن ئي انقلابي بسنت ايندو
جڏهن
غيرت جا ڳاڙها گل ٽڙندا.

2015



اسلام کي اهڙا ڏينهن بہ ڏسڻا هيا
جو نور نمازون پيا پڙهائن
وچون ولي بڻجي ويا آهن
امن جي دين کي آپگهاتي دين بنائڻ وارا
او هن دجالي دور جا پيشوا
تو ڪيستائين ڏاڙهيءَ ۾ ڏوهہ لڪائي سگهندين
تون مسجد جي اندر
سونهاريءَ ۾ لڪل سوئر آهين
دستار هيٺان تنهنجو دَلو دماغ
هزارين قسمن جي حرامپائن ۾
هر وقت مصروف آهي
تون قرآن کي
ڪوڙين جي مُلهہ تي
کپائيندو رهين ٿو
تون هر دور ۾ آيتن جو ايمان ڪيو آهي
تون شهيدن جي رت جو سوداگر آهين
تنهنجي هر فتوا فِتنن جو طوفان هوندي آهي
هي هزارين فرقا بہ تہ تنهنجي ئي فنڪاري آهن
تون اهو بُڇڙو ڪتو آهين
جيڪو پنهنجو ڏٽي پٽائيندو وتي ٿو
تون مسلسل دين سان دغا
پيغمبرن جي دل آزاري
۽ خدا سان خيانت ڪندو رهين ٿو
مان توکان ٿو پڇان
تہ تون ٿيندو ڪير آهين
دعائون کپائڻ وارو
تون پاڻ انسانيت لئي وڏو پاراتو آهين
مان چڱيءَ طرح توکي سُڃاڻان
تون ئي شيطان جو روحاني اولاد آهين

تون پاڻ کي جنت جو ٺيڪيدار ٿو سمجهين
پر تنهنجي ڏپ دوزخ کي بہ ساڙي رهي آهي
او يزيدي يادگار
او حجاجي حرامپائن جا دستاويز
توکان ڪڏهن بہ ڪو منصور برداشت نٿو ٿي سگهي
پر ياد رک
هر قلندر تنهنجي اک ۾ ڪنڊو آهي
اڄ بہ بلاول جي لت تنهنجي پُٺ تي آهي
هي جو ممبر تي ويهي مروان
شهوت انگيز هيجاني واعظن سان
تون حورن کي حاملا ڪندو ٿو وتين
تہ ڇا انهن جو رب توکي ائين ئي ڇڏي ڏيندو
او لعنتي لوطي
پائخاني ۾ پيدا ٿيل ڪيڙا
غلمان تہ نهيو
پر تون معصوم فرشتن مان بہ نٿو مڙين
جي تنهنجي ئي قانون موجب
هڪ قرآن جي بيحُرمتي ڪرڻ وارو
واجبل قتل آهي
تہ او پاپي پانڊي
ست قرآن نياڻيءَ سان زنا جي سزا
ست هزار دفعا سنگسار ڪرڻ بہ ٿوري آهي
او ماڻهن کي قبر ۾ قيامت جا ڏڄ ڏئي
انهن جو رت چوسيندڙ مذهبي ڏارڪولا
قبر ۾ قيامت کان اڳ ئي
هاڻي پنهنجي بڇڙي حشر لئي تيار ٿي
تنهنجو انت ئي
جنت جي حسين دور جي شروعات هوندو.

2016



زنگ آلوده روحن کي
ريگمالن جي ضرورت آهي
ڇو جو
ڪتا ڪرسين تي ويٺا
عوام کي ڏاڙهي رهيا آهن
مائيڪون نانگن جيان ڦڻ ڪڍيون ڏنگي رهيون آهن
لائوڊ اونايون پيا ڪن
ڪرڙيون پتين تي چنبڙيون
جاچوسي ڪري رهيون آهن
بوٽن جو ڪڙڪو پڌي
قوم ڪوئن جيان ٻرن ۾ لڪي وئي آ
ٻلن جي ٻاجهاري نظر
۽ قانوني ڪوڙڪيون انهن جون منتظر آهن
هتڙي واڳن جو وقار بلند آهي
۽ سهن جو ساهه مُٺ ۾ آ
هتڙي لومڙين جي لئي لڳي پئي آهي،
نورن جي نوابي لڳي پئي آ
وڇُن جو وڏيرن وارو روب آهي
مذهبي ماڪڙ انسانيت جا فصل چٽ ڪري رهي آهي
بگهڙن جي بادشاهيءَ ۾
ٻڪريون مُٺ مُٺي رهيون آهن
صحافت جو تماڪ نوٽن ۾ ٻري
ڇڪيو پيو وڃي
انقلابي شراب جي بوتلن ۾
غوطا پيا کائن
مجموعي طور
ملڪ جي مٿان ڏمر جي مند ڇانيل آهي
ڪير به پنهنجي خيالن جا
پير اگهاڙا ڪري نٿو گهمي سگهي.

2015

❉

هو جڏهن ستل هوندو آهي
تڏهن بہ هڪ چهرو
هن جي دماغ ۾ جاڳندو آهي
۽ ڪتن جي ڀئونڪڻ وانگر
کونگهرا هڻندو آهي
هن جي دل اهڙي گُفا آهي
جنهن ۾ هزارين چمڙا رهندا آهن
هو جڏهن جاڳيل هوندو آهي
تڏهن بہ زنده لاش لڳندو آهي
هو ويرانيءَ جي وحشت
۽ موت جو مجسمو آهي
ڪنهن جا بہ ٽهڪ
هن کان برداشت ناهن ٿيندا
جڏهن ٻين کي مسڪرائيندي ڏسندو آهي
تہ هن جي شيطاني روح ۾ زخم پوڻ شروع ٿيندا آهن
هي هميشہ زخمي حالت ۾ رهندو آهي
۽ ٻيائي جيوڙا پيا ٿمندا اٿس
هي ايڏو تہ ڀوائتو آهي
جو هن کي ڏسي
ديو بہ دهلجي ويندا آهن
هي ٽن منڍين وارو ٽنوٽڻون آهي
هن جو هر دور ۾ ٿيندو آهي جنم
هي هر دور ۾ مرندو آهي.

2014



ڏرتيءَ وانگي
خدا کي بہ خاردار تارون ڏئي
ٽڪرو ٽڪرو ڪري ورهايو ويو آهي
نفرت جي ڪاري ڪينسر
انسانيت جو سونهري بدن
ساڙيندي ٿي وڃي
نظرين جا خودڪش بمبار
شادمانن ۾ خوشين جا چيٿڙا اڏائي رهيا آهن
مذهبي ايڊس جا مريض
روز نت نوان چڪلا کولي رهيا آهن
هنن جي دل
ڌُن کان هيٺ ڌڙڪندي آهي
تڏهن دماغ پيرن ۾ لتاڙجندو اٿن
هوڏانهن
وائيٽ هائوس ايشيا کي
اونداهو رڪڻ جا جتن ڪري رهيو آهي
خود
وائيٽ هائوس ۾ ڪيڏي نہ اوندهہ آهي
سموري دنيا ۾
امن جي لوڊشيڊنگ لڳي پئي آ
اقتصادي راهداريءَ جي صورت ۾
چين
پاڪستان جي ڳچيءَ ۾ ڦاسيءَ جو
ريشمي ڦندو وجهي رهيو آهي
انڪل سام
ايران کي بہ لالي پاپ ڏئي
ريجهائي گود وٺي چڏيو آهي
افغانستان آمريڪا وٽ آڏاريو آهي
عربن جون ڏاچيون

آمريڪا پيو ڏُهي
جپان جي جلون ۾ بہ
اڃان ڪمي ناهي آئي
روس ريوس گيئر مان نڪرڻ جا
جتن ڪري رهيو آهي
شام جي شام ۾ بہ اهو حسن ناهي رهيو
پاڪستان ۾
جمهوري آمريت جو دور هلي رهيو آهي
عنقريب استحالي قوتن کي
حُقي جو پاڻي پيئڻو پئجي ويندو
سنڌين، بلوچن ۽ پختونن جون ڏاڙهيون
اڃان ڪُسي ڪونہ ويون آهن
ترڪيءَ جا پير ترڪي رهيا آهن
طيب اڙدگان ۾ ضياءُالحق جو روح واسو ڪري ويو آهي
هندوستان جو هاضمو خراب ٿي پيو آهي
اڃان تہ برصغير ۾
ڪيترائي ملڪ نهٽا آهن
يونين جيڪ وارو جهنڊو هوا سان جهڙپن ۾
ليڙون ليڙون ٿيڻ وارو آهي
جلاوطني جهنم جي مثال آهي
انڪري مهاجرن کي منهنجي دُعا آهي
جلد موٽي پنهنجي ملڪ پُڄن
گهبرايو نہ
ڪراچيءَ جو گند صاف ڪرڻ لاءِ
سمنڊ وينو آهي
ٿورو انتظار ڪيو ۽ پيا تماشو ڏسو
اڃان تہ گهٽين ئي قبرن کي باهيون ايندیون.

2015 – 12

❊

## ڪاري برف

ڪارو مينهن ڪارن ڳڙن ۾ تبديل ٿي ويو آهي
اڄڪلهه منهنجي سائي وطن تي
ڪاري برفباري ٿي رهي آ
سنڌوءَ ۾ ڪاري سُڄَ ڇوليون پئي هڻي
۽ ڪاري بڪ ٽر ڪي رَڙڪي رهي آهي
مائرن جو ڇاتيون ڪاراڻجي ويون آهن
ڳاڙهي رت جهڙو انقلاب سُڪي
ڪاري رنگ جا دڙڳ ٿي ويو آهي
ڪاري هوا هتڙي رات جو راڄ قائم ڪيون ويٺي آهي
۽ ڪاري باهه ڪاري نانگ وانگر
هر وسندي ڳڙڪائيندي پئي وڃي
ٽانڊن جيان ڏڳندڙ ڪردار به
ڪوئلا ٿجي چڪا آهن
سامراجي انڌڪار ڪي
اڃان به گهرو ڳُگهه ڪرڻ لاءِ

ڪارا ضمير اوناڙي اوناڙي
ستارن کي هيسائڻ جي ڪوشش ۾ رُڌل آهن
۽ ڪارا ذهن ڳاڙهين دلين تي ڦوڪي رهيا آهن
هي ڪارا بيغيرت پنهنجي ڪارنهن تي
بدنما سفيد داڳ سمجهي
ڪارين ڪويلن کي ڪاريون ڪري ماري رهيا آهن
پيو ته ٺهيو هي پنهنجا تبليغي جتا موڪلي
چنڊ کي به
ڪارو مذهب قبول ڪرائڻ لاءِ جتن پيا ڪن
هوڏانهن گرهڻ جي ڪاري ڪوٺيءَ ۾
سچ ڪاري پاڻيءَ جي سزا ڪاٽي رهيو آهي
هنن جي ڪارنامن سان
سموري تاريخ ڪاري لڳي پئي آهي
مار پوين
هنن جا بوٽ ڪارا هنن جا روح ڪارا
پر پوءِ به
هي ڪاري چمڙيءَ وارن انسانن کي
پنهنجي خلاف
خدا جي سفيد سازش سمجهي رهيا آهن
هي ڪاري رت وارا
ڊانير جا مجسما آهن
هنن جا ڪارا ڏند
انسانيت جو ڳاڙهو ماس پٽي رهيا آهن
هنن جا ڪارا چنبا
معصوم اکين کي نوچيندا وتن ٿا
۽ هنن جون ڪاريون زبانون
ڪاري قانون جون گاريون بڪي رهيون آهن
ڪاري ناٽي جي سوئيز بئنڪن

۾ آف شور ڪمپنين جهڙا
هنن جا ڪارا اوجهہ ڪارو دوزخ ٿي پري سگهي ٿو
هنن جا ڪارا ڪرتوت ڪارن ڪوٽن ۾ لڪا پيا آهن
هنن ڪاراڻ جو ڪارو استعمال ڪري
ڪارنهن جي عصمت دري ڪئي آهي
هنن ڪاري رنگ جي پاڪائيءَ تي پليتي ملي آهي
سوچ تہ سهي ڪاري رنگ ڪانسواءِ
هيءَ رنگين دنيا اپاهج هجي هان
ڪاري رنگ ڪانسواءِ
هن ڪائنات جو حُسن ڪيڏو نہ ڪسارو لڳي هان
هيرن جي هڳاو کان محروم
هي ڪارن چمڙن جهڙا ڪارندا
پنهنجي آقا ڪاري گڏهہ جي هينگ تي
اسان جي ڪنن ۾ چڪ وجهندا آهن
پر مان ٿو توهان کي ٻڌايان
تہ هنن ڪارن وچُن ۾ نانگن جو زهر
انقلابي ڳشتن لاءِ لاجواب آهي
هنن ڪارن ڏڳن جي پيٽا
آزادي ديويءَ لاءِ
هر دور ۾ سيني قربانين کان اُتم رهي آهي
منهنجو وطن هر روپ ۾
مون لاءِ مقدس آهي
اڳ منهنجو وطن مون لاءِ
سرسبز گنبذ خضرا هيو
هاڻي منهنجو وطن مون لاءِ
ڪارو ڪعبو بڻجي ويو آهي.

2016



مان نوح نبيءَ وانگر جُنبيل آهيان
تخيل جو ڪاٺ چيري
هڪ نظمن جي ٻيڙو ٺاهڻ ۾
مون تي انسانيت جا مرتد
موت جا پوڄاري
امن جا ڪافر
ٺٺوليون ڪري رهيا آهن
عنقريب هن ڌرتيءَ تي ٻاھ جو سيلاب اچڻو آهي
جيڪو زمين مان بارودي سرنگھون ائين ڦاڙي نڪرندو
جيئن آتش فشائون لائوا وڳاڇينديون آهن
آبدوز مڇيون
سمنڊ ساڙي سڪائي ڇڏيندون
اڀ مان راڪاس جهازن جا ڪڪر
بمن جو مينهن وسائيندا
۽ ائٽمي ميزائيل ائين ڪرندا
جيئن اربين سال اڳ
آسمان مان هن ڌرتيءَ تي
تتل لوھ جا ڳاڙها ڳڙا نازل ٿيا هيا
سموري ڌرتي ٻاھ جي لپيٽ ۾ اچي
ائين سڙندي
جو سج جي سمان لڳندي

ان ڪان پوءِ هن ڌرتيءَ تي
ڏونهين جو دور شروع ٿيندو
پوءِ هي نظمن جو ٻيڙو
رهي ڪُهي انسانيت سميت
ڌرتيءَ تي موجود
هر ٻلائي کي
هر جنس جي جوڙي سميت کڻي
پنهنجو سفر شروع ڪندو
جڏهن ٻاهر سڪي ويندي
تہ امن جو ڪبوتر اڏائي پڪ ڪري
هيءَ نظمن جي ٻيڙو
انسانيت جي سڙيل جبل مٿان
لنگر انداز ٿيندو
۽ صالحن کي هن کنڊر گولي تي
آباد ڪندو
انهن جي چڱاڻ سان
چار ۾ زرخيزي پيدا ٿيندي
۽ سڙي ڪوڪلو ٿيل ڌرتيءَ مان
هيرن جواهرن جا وڻ ڦٽندا
چانديءَ جو نديون
سون جي سمنڊن کي جنم ڏينديون
۽ ٻيهر ساوڪ جو سج ٻڏجي پوندي ڌرتي.

2016



هوءَ ڦٽيون چونڊي رهي آهي
پنهنجن سپنن لاءِ
سياري جي سوڙ سبندي
هوءَ ڦٽيون چونڊي رهي آهي
پنهنجن ٻچڙن جو پيٽ
وِهاڻن جيئن ڀريندي
هوءَ ڦٽيون چونڊي رهي آهي
پنهنجي آکھ جي پيٽ جو
ڪارو آسمان
ان داڻن جي ستارن سان سجائيندي
۽ مانيءَ جا چنڊ اپاريندي

هوءَ ڦٽيون چونڊي رهي آهي
۽ زندگي
هن کي چونڊي رهي آهي
هوءَ ڦٽيون چونڊي رهي آهي
يا منهنجون ڀوڻيون ڀوڻيون پٽي
پنهنجي دل جو ڪانبو پٽي ڀري
تاريخ جي قاتل ڪپڙن ۾
ميرن سيرن حالن سان
هوءَ جيڪا ڦٽيون چونڊي رهي آهي
اها سنڌ آهي.

2011



هڪ عورت ڪيل وانگيان
مونکي چانور جي داڻي جان
چڪ ۾ ڪٽي
سماج جي ديوار تي چڙهي رهي آهي
۽ ان ۾ ڏارون پئجي رهيون آهن
هڪ عورت جهرڪيءَ جيان
مونکي پنهنجي چهنب ۾
چوڳي جيئن جهلي
پنهنجن ٻچن کي چُڳائي رهي آهي
۽ مان زندگين ۾ تبديل ٿي رهيو آهيان
هڪ عورت مونکي
ڪريڊٽ ڪارڊ جيان استعمال پئي ڪري

هوءَ مونکي ڪار جي چابي
شينجيئن ويزا
۽ بنگلي جا دستاويز سمجهندي آهي
مان هن جي خوابن جي ٽجوڙي آهيان

منهنجي دل چراگاهه آهي
۽ مال آهن مايون
ان ڪري ئي عورتون مونکي
گاهه جيان چرنديون آهن
۽ مان ڦٽندو ويندو آهيان
ڌرتي گواهه آهي تہ
مان شاعر اهو وڻ آهيان
جنهن جي پاڙن ۾ مايون
ماڪوڙين جيان رهنديون آهن
منهنجي دل اها ڌرتي آهي
جنهن ۾ ڪنواريون
سهن جيان ٻرون ڪري
پاڻ کان بہ
لڪي اچي رهنديون آهن
مان اها مرلي آهيان
جنهن تي عورتون
نانگڻ جيان لهرون ڪنديون آهن
منهنجي سيني ۾ سوراخ ڪري
عورتون پنهنجي جوانيءَ جو ثمر
پيريءَ لاءِ گڏ ڪنديون ويندون آهن.

2016



مونکي اها خبر نہ هئي تہ هڪ ڏينهن
انهن سيني جي منزل
منهنجا هٿ بڻجي ويندا
مان ايترو تہ هٿ ڦاڙ سخي رهيو آهيان
جو جنهن جي بہ راهہ رد ٿي ٿئي
۽ ان کي ڪا واهہ نہ پئي سُجهي
تہ مان ان کي پنهنجي هٿ ترين منجهان
ڪا نہ ڪا لڪير ڏئي
رستو ٿي ڏنو
اڄ جڏهن منهنجي ترِيُن ۾
هڪ بہ لڪير ناهي رهي
۽ منهنجا هٿ ڪورا ٿي پيا آهن
تہ مون تي اهو راز ظاهر ٿيو آهي
انهن بي واهن جي منزل
جن کي مان هٿ لڪيرن جا رستا ڏنا
مسافتن جا تحفا ڏئي
ڪائنات جا ڪُلف ڪڙا ٽوڙي
انهن جي منزل بہ
منهنجا هٿ ٿي پيا آهن
جن تي پيا بہ پنڌ ڪندا ٿا اچن.

2016



پل ٿائرن وانگي سڙن ٿا
مان دونهاتيل ڏينهن گهاري رهيو آهيان
جتان ڪتان جذبن تي پٿراءُ پيو ٿئي
خوشين تي پابندي مڙهيل آهي
منهنجو وار وار وڳوڙن جي ور چڙهيل آ
دنگن ۽ فسادن دل ۾
خانہ جنگيءَ جي صورتحال پيدا ڪري ڇڏي آهي
اکين تي مسلسل آنسو گيس جا گولا فائر ٿي رهيا آهن
من ۾ مظاهرن جي مٿان لٺبازي لڳي پئي آهي
روڳن رڳ رڳ بلاڪ ڪري
خون جي فراهمي بند ڪري ڇڏي آهي
سڄي چمڙيءَ ۾ چڙ
چيڪ پوسٽون قائم ڪري ڇڏيون آهن
شڪ جي شر پسند عناصرن
ڏڙ ۾ ڏڙابنديون ڪري
عضون ۾ انتشار پيدا ڪرائي ڇڏيو آهي
حواسن ۾ حراس ڦهليل آهي
حال جو حالتون هٿن مان نڪري ويون آهن
لوڻ لوڻ ۾ لاقانونيت لڳي پئي آهي
تنهنجي هٿ ڪڏي وڃڻ کانپوءِ
منهنجي روح جي رياست
درهم برهم لڳي پئي آهي
جي تون اڄ بہ چاهين تہ
منهنجي اندر جا ملڪي معاملا
اڳي کان بہ بهتر ٿي سگهن ٿا
ان لاءِ جو
منهنجن سمورن جيوگهرڙن جو مطالبو
صرف تون ئي آهين.

2016

❋

جي بابا مونکي توسان گڏ پڪڙي وجهندو
تہ مونکي گهر مان ڪڍي ڇڏيندو
جي امان مونکي توسان ڏسندي
تہ ڏاڍو ماريندي
جي استاد کي خبر پئي
تہ ڪتابن ۾
مان توکي ئي پڙهندو آهيان
۽ بڪن تي توکي ئي لکندو آهيان
تہ اسڪول مان
بيڊ ڪريڪٽر جو سرٽيفڪيٽ ڏئي
لوڏي ڇڏيندو

۽ ڪڏهن به ڪٿي
ڪنهن اسڪول ۾
مونکي داخلا نہ ملندي
جي وڏيري کي خبر پئي
تہ غيرت جو مسئلو سمجهي
پنهنجي ڇاڙتن جي هٿان
مونکي مارائي ڇڏيندو
جي حڪمران کي خبر پئي
تہ بغاوت جي الزام ۾
ڦاهي نہ تہ
عمر ڀر ڪاري پاڻيءَ جي سزا تہ پڪي آهي.
ان ڪري ئي شاعري
مان اڄ تائين توکي
ڪنهن پوشيده مرض جيان
ڪنهن ڪبيري ڏوهہ وانگي
لڪائيندو رهيو آهيان
ڪٿي ماڻهو مونکي
پنهنجي وسندين مان ئي لوڏي نہ ڪڍن
ڪٿي ماڻهو مونکي سنگسار ڪري نہ وجهن
پر اڄ مان اهو عهد ڪري ڇڏيو آهي تہ
تنهنجي چوٽيءَ تي چڙهي
ٽپو ڏئي ڇڏيان.

2016



مان باغي پکي آهيان
صليبي اُڏار آهي منهنجي
ڪنهن بہ رشتي ۾
مون سان رشتي رکڻ جي جرئت ناهي
مونکي تہ تخليق ڪندي
خدا بہ ڏکي ويو هيو
مان ڪنواري ٽيج جهڙو پليت آهيان
منهنجي دل جا اربين رنگ آهن
پر منهنجو دماغ بي رنگ آهي
منهنجون اکيون
اڪيلائيءَ جي اربين سالن جو
اتهاس آهن
منهنجي من ۾ معاشري جو اڃان تائين بنياد ئي ناهي پيو
مون منجهہ اڃان انساني ارتقا اک ئي ناهي پٽي
مان فطرت جي انا آهيان
متروڪ ٿيل محبتن جو
مان محافظ آهيان
مان اهو آسمان آهيان
جنهن منجهہ سڙيل ستارا لڙڪن ٿا
جلاوطن چَنڊَ
مون ۾ ئي پڙاءُ ڪندا آهن
شام جو سج منهنجي ئي پيشاني ۾ ٻڏندو آهي
لاوارث سيارن جي
مون ۾ ئي سنڀال ٿئي ٿي
مئل نديون مون ۾ ئي ڇوڙ ڪنديون آهن
تباهہ ٿيل شهرن جو مان سينگار آهيان
جلاوطن وطن

مون وٽ ئي پناهگزير ٿي پهچندا آهن
ڪنل جوانيون مون وٽ ئي سام وٺنديون آهن
مان ڇٽيل پن پهريندو آهيان لباس ڪري
مرجهائجي وڃڻ ڪانپوءِ
جيڪڏهن گل ڪٿي ٽڙندا آهن
ته اهي مون ۾ ٽڙندا آهن
خزان جي منڊ ۾
بهار اچي مون منجهه ئي لڪندو آهي
۽ مان ان کي ظاهر ناهيان ڪندو
متان ڪٿي خزان جي هٿان مارجي نه پئي
جڏهن ٻ ر پنهنجو ٻاروتڻ سنڀالي ناهن سگهندا
ته مون وٽ ڇڏي
جوانيءَ سان گڏ هليا ويندا آهن
۽ پوڙهي ٿيڻ ڪانپوءِ ايندا آهن
پنهنجي ٻاروتڻ کي وٺڻ لاءِ
پنر جنم وٺڻ لاءِ
مان پنهنجي لئونڊڙيءَ تي پاڻ ريوالو آهيان
مان پنهنجي پاڻ لاءِ پاڻ حوالو آهيان
مونکي ته
ڪائنات کان اڳ جون بہ خبرون آهن
جي اوهان کي ٻڌائيندس
ته اوهين ٻڌڻ شرط
ڪائنات مان ٽڙجي ويندئو
مان تاريخ کان اڳ جو ماڻهو آهيان
منهنجي ڪٿا تاريخ کان پوءِ لکجو.

2016



مان ڪنهنجو بہ ناهيان
ان ڪري مان سڀن جو آهيان
مان گهڻن ڪري خلاف ڳالهائيندو آهيان
انڪري منهنجي ڳالهہ
سڀن جي فائدي ۾ هوندي آهي
منهنجا اُبتا ڪم
گهڻن کي سُبتو ڪري بيهاريندا آهن
پر مان ڪنهن کي ڳوليو نٿو ليان
ناٿهن ۾ بہ ڪو نشان ڪونهي منهنجو
بي خيالي بہ بي خبر آ مونکان

ٻئي ڪنهن سان تہ نهيو
پر مان پاڻ سان ئي ناهيان ملندو
مونتي تہ تصور جو تڙڪو بہ نٿو پئجي سگهي
سوچ جي سمجهہ مونکي سمجهڻ کان قاصر آهي
مون تائين تہ روح کي پهچڻ لاءِ بہ ڪو رستو نٿو سُجهي
بغير خدا مخلوق آهي منهنجو من
منهنجو من بغير مخلوق جي خدا
منهنجي دل دماغ کان خالي آهي
مان امڪان کان آجو
مان ويسر کان بہ وسريل
منهنجو ڪٿي بہ ڪو اولڙو ناهي
مان اهڙو جو نانهن کان بہ دانهن نڪري وڃي
شهريت تہ ڇڏيو
پر مان گمناميءَ ۾ بہ ڳولهيو نٿو لڀان
منهنجو تہ بي ذڪريءَ ۾ بہ ڪٿي ڪو ذڪر ناهي
لاپرواهيءَ کي بہ ڪا پرواهہ ناهي منهنجي
اجائي ۾ بہ ڪا جاءِ ناهي منهنجي
هرويروءَ کي بہ هٿ ناهيان چڙهيو
انڪار بہ انڪاري آ منهنجو
خلا بہ خالي آ مونکان
نہ هجڻ ۾ بہ هجان تہ شمار ٿيان
مان تہ لا جا بہ ليڪا لتاڙي ڇڏيا آهن
پر جي تون چاهين
مان پر گهٽ ٿي سگهان ٿو
ذري ذري ۾ ظاهر ظهور.

2015

❈

مان عشق جي اڻڄاتي تهذيب آهيان
منهنجي سموري بدن تي
گناهن جا گهر اڏيل آهن
مون ۾ ماضيءَ جون
ڪوڙ نشانيون آهن چڏيل
مون ۾ پيل آهن حسين لمحن جون مميون
خوابن جا عاليشان احرام
۽ مون تي اُڪريل آهن
عشق جون پاتيون عبارتون
۽ دردن جا اڻ ڪُٽ خزانا بہ آهن
او منهنجي آرڪيالاجسٽ جانان!
اچ دريافت ڪر مون کي
مون تي دل لڳائي تحقيق ڪر
مان وقت جي واريءَ ۾ لٽيو پيو آهيان
گمناميءَ جي هٿان قتيو پيو آهيان
اچ پنهنجي معجزاتي تاريخي هٿن سان کوٽي
دنيا کي ڏندين آڱريون ڏئي
نروار ڪر مون کي
۽ تحقيقي ڪتابن جيان پڙي چڏ پاڻ کي
مون کي تاريخ جيان لکي
تون سياحن جيان گهم مونکي گهڙيءَ گهڙيءَ
تون ئي منهنجي پئي پر گهور لهہ پياري
تون ئي منهنجو پيو جنم تيءُ
تون ئي منهنجو ميوزيم تيءُ.

2015



مان پاڻ کان ڪاوڙيل آهيان
(ان جو سبب
يقينن تون ئي ته سگهين ٿي)
پر پنهنجي سمنڊ کي ڏئي ويٺو آهيان
لهرن جي روپ ۾ سمنڊ مون کي
هر هر پرچائڻ لاءِ
پنهنجيون پاڪر ٿو پائي
پر منهنجو ناراضپو جبلن وانگر
اوچو ٿيندو ٿو وڃي
بيزاريءَ جي عالم ۾ ڪناري تان اٿي
ڪپڙا ڇنڊڻ کان سواءِ
پنهنجي نهارڻ کان بغير
مان ڪاوڙيو ٿو وڃان
۽ مڃائڻ لاءِ
سمنڊ منهنجي پيرن ۾ ڇنڊڙي
گهلجندو ٿو هلي
ورائڻ لئه وٽن ان گڏ
پهاڙ به ڏڪندا ٿا اچن پرچائڻ لئه
پکي پر جوڙي التجائون ٿا ڪن
مونکي وڃائڻ جي ڊڄ کان
مڇيون پنهنجو منهن مٿو ٿيون پٽن
۽ گل پنهنجون پنکڙيون پٽي رهيا آهن
بس هڪ تون ئي آهين
جنهن کي ڪو فرق ئي نٿو پوي
بس هڪ تنهنجي ئي مٽي ۾
ڪا جونءَ ئي نٿي چُري

2016



ٻار ناهن رهيا هاڻي
ڪتاب وڏا ٿي ويا آهن
تنهڪري ئي رات جو
سينن تي هاڻي
ماٿهن ڪتابن کي سمهارڻ
ڇڏي آ ڏنو
ڪچ ۾ ڪيڏائڻ
هٿن ۾ ڪڏائڻ
ورق ورق ڪري پڙهائڻ
ڇڏي آ ڏنو
ٻار ناهن رهيا هاڻي
ڪتاب وڏا ٿي ويا آهن
ٿي ويا آهن ويڳاڻا اڪيلا
ڪنهن دور ۾ هيا هي
رازدان سهيليون ۽ سرتا
هاڻي تہ هر ڪنهن کي ٿيو ويچارا
رحم جوڳين نظرن سان ڏسن ٿا
پر ڪير هاڻي هنن کي ڪٽي ۽ کولي
ڪير خطن جون امانتون رکي هنن ۾
ڪير تحفي ۾ مليل گلاب پوکي
لڪائي نٿو رکي
ڪو هنن ۾ بچائي پئسا
ڪتاب بڻجي ويا آهن بنجر زمينون
ڪير ڳوڙهن سان سيراب ڪري هنن کي
ابول
ڪڏهن تہ
ڪتابن جي ڏيڻ وٺڻ جي بهاني
عشق ٿيندا هئا

ڪڏهن ڪتاب ڪيرائبا هيا
ڪڏهن ڪٽي ڏبا هيا
محبوب کي تصور ۾ آڻي
ڪتابن کي ڀاڪر ۾ ڀربو هيو
پرينءَ جي آغوش ڄاڻي
ڪتابن تي سر رکي سمهبو هيو
ڊائرين سان نہ سلڻ جهڙا
حال احوال اوريا هيا
ڪتابن کي ڪنوارن جسمن جيان ڇهبو هيو
لائبريريون عبادتگاهن کان وڌيڪ
اهميت رکنديون هيون
پر هاڻي
گهرن ۾ ڪتاب پيل آهن
نظر انداز ڪيل شهري پوڙهن وانگي
جن سان ڪچهري ڪرڻ لئي
ڪوبہ تيار ناهي
هاڻي تہ ڪتابن کي وٺڻ ۾
رديءَ وارا بہ نخرا ڪن ٿا
سچ تہ اهو آهي
ڪمپيوٽر قاتل آ ڪتابن جو
ڏسو ڪتابن جي لاشن مٿان
ڊجيٽل جي دز
۽ انٽرنيٽ جو ڄارو
چڙهي آهي ويو
۽ ڪتابن کي وڏڙن جي قبرن وانگر
وساري ڇڏيو آ ماڻهن.

2014



چرچ جي ڇهنب ۾
مصلوب عيسيٰ
چوڳي جيئن
سوگهو جهليل آهي
مندر ۾ ويشنو ڀائو
ڀڳوان جو گوشت پيو رَڙڪي
مسجد ۾ ملان
بي مثل خدا کي
پنهنجي مثل پيش ڪري رهيو آهي
۽ روزي جي حالت ۾ هوندي به
ماٺهو پيو ڪائي

يڪشوئن جي ڪرتوتن جو ٻڌي
گوتم ٻڌ جي
پرسڪون مجسمن جون
ٻوٽيل اکيون ٻه پنجي ويون آهن
لامذهب ٻه
پنهنجو دين ايجاد ڪيون ويٺا آهن
سيڪيولر ٻه ڪنهن کي سهن ئي نٿا
مارڪسوادي
ڪارل مارڪس جي هٿن کي
ڪشڪول بڻائي پني رهيا آهن
ارتقائي مداري
ڊارون کي رڇ پولي جيان نچائي
پيٽ گذر پيا ڪن
مائوءَ جا پوئلڳ
اڄ ٻه معصوم جهرڪين جون
ميائو ميائو ڪري
منڊيون مروٽي رهيا آهن
آزاديءَ جو مجسمو
هٿ ۾ جهليل مشعال سان
سموريءَ دنيا کي ٻاهه ڏئي
ٻئي هٿ ۾
حرامپائن جو ڪتاب جهلي
سموري دنيا کي
غلاميءَ جا سبق پيو پڙهائي.

2015



ڏرتيءَ جي خواب جهڙو
سمنڊ نيرو
آلـهڻ لوڪ وڻ ناريل جا
سفيد ۽ سُرمئي ڪڪر
آڪاس ۾ آجپي ۽ آزاديءَ جا سفير
هيئان انڌلتي ماحول ۾
واريءَ تي ستل
بي فڪريون آليون جوانيون
چلڪندڙ پئمانا بدن
جن مان حسن پيو هارجي
ڪناري مٿان
خيما. جهوپڙيون ۽ ڇٽيون
چٽپٽو ڇهڇٽو
ڊالفن مڇيون عورتون
ڪي شارڪ مڇيون ڇوڪريون
۽ مڇيرا مرد
سامونڊي ڪنارو ڄڻ پرستان آهي
آرام ڪرسين تي آهليل آهن اپسرائون
ڪي سمنڊ ۾ سج وانگي لهن ٿيون
ڪي سمنڊ مان صبح وانگي ٿيون ايرن
صبح ۽ شام جو تڪرار آهي هتي
پل ۾ ڏينهن پل ۾ رات آهي هتي
سپيون ۽ ڪوڏ
جاز سنگيت سان وڄن ٿا
ياقوتي رنگ موتين جهڙيون ملوڪڙيون
نچي جهومي
جسمن جو سفيد جادو جاڳائي
فضا کي فيروزي ڪري ٿيون ڇڏن

هوءَ وينس جھڙي وينگس
هوءَ ايفل ٽاور جھڙي فرنگياڻي
هوءَ مونا ليزا
هوءَ آفريڪا جي آرسي
انھن جي وچ ۾
مان موئن جي دڙي جھڙو ماڻھو
عجيب ڪيفيتن جي ور چڙھي ٿو وڃان
اندر ۾ اتهاس جو احساس ٿو جاڳي پوي
سموري ڌرتي ۽ ان جا مظلوم ماڻھو
منھنجي اکين ۾ تري ٿا اچن
دل ۾ دنيا جو
سمورو درد ڏک ڏک ٿو ڪري
۽ جذبا جُجھڪيون ٿا کائن
تہ جيڪر
اجرڪ سان ڍڪي ڇڏيان
مان يورپ جي وحشت سندي اگھاڙپ
مشرقي ڪنوار وانگي سينگاري
ان جي مانگ گيڙو رنگ سندور سان ڀريان
۽ ان جي ختم ڪري ڇڏيان سامراجي جنونيت
آمريڪا کي انساني عشق ۾ مبتلا ڪري
امن سان پرڻائي ڇڏيان
آفريڪا کي مانيءَ جون ملون تحفي ۾ ڏئي
آجپي جي تهذيب سان روشناس ڪرائي ڇڏيان
مشرق ۽ مغرب جي وچ ۾
نفرت جي ديوار برلن ڊاهي ڇڏيان
مان بغاوت جي پائي سنڌي ٽوپي
انقلابين جو تاجدار بڻجي وڃان.

2016

✲

پيءُ جي گهر کان
مڙس جي گهر ويندي
اڪثر ڇوڪريون
قبرن ۾ ڪري پونديون آهن
ساهرن کي ڇوڪريءَ جو ڏاج
ان جي جوانيءَ کان وڌيڪ قيمتي لڳندو آهي
هر ڪنواري ڇوڪري
پنهنجن سپنن کي
پنهنجي ڇاتيءَ سان
چنبڙائي رکندي آهي
پر شاديءَ کانپوءِ اهي ساڳي جاءِ
ان جا ٻارڙا اڇي والاريندا آهن
عمر ڀر عورتون زندگيءَ جي ديوار تي
پنهنجن خوابن کي ڇيڻن جيان ٿڦينديون وينديون آهن
سڪڻ کانپوءِ جيڪي
گهر جي چلهه ٻارڻ لاءِ ڪم ايندا آهن
اهو سڀ ڪجهه سهڻ جي باوجود به
هر عورت پنهنجيءَ ڏاک تي
گيتن جا گهڙا کڻي هلندي آهي
جيستائين
مڙس جو اڳٽ
زال لاءِ
ڦاسيءَ جو ڦندو ثابت ٿئي.

2015



عشق جي آزاديءَ کان بغير
امن جو ڪوبہ امڪان نظر نٿو اچي
اي منهنجا محبوب اي منهنجا وطن
توکان دوري جلاوطنيءَ وانگي آهي
تون تہ ڄاڻين ٿي مون لاءِ
غلامي ۽ وڇوڙو
ڪنهن بہ صورت ۾ قبوليت جوڳا ناهن
سچ پچ
پنهنجو ملڻ بہ انقلاب وانگر هوندو
هونئن بہ
عشق ۽ بغاوت هڪٻئي مان ڦٽندا آهن
مان وچن ٿو ڪريان
تہ وڇوڙي کان آجپي جو ڏينهن
پاڻ قومي ڏڻ ڪري ملهائيندا سي
۽ ڳائيداسي محبت جا ملي نغما
ڇُمين جي آتشبازي
۽ ياڪرن جا جشن
نيٺ اسان جي نصيب ۾ بہ ايندا
خوشين جي خيابانن ۾
سجنديون مسڪراهٽن جون محفلون
اڄ تنهنجي آجيان خاطر
تنهنجي انتظار ۾
منهنجي جواني
قومي جهنڊي جيان ڦڙڪي رهي آهي
معاشرو تہ ٽيندو ئي
سامراج وانگر سفاڪ آهي
ان کان نہ ڊڄ

سينو ساهي اچ
هونئن بہ
پرين دنيا کي بدلائڻ لاءِ
پيار جي پر تشدد تحريڪن جي ضرورت پوندي آهي
ڏسجان
هي جذبن جا جلوس ۽ هڙتالون
حالتن جو هٿ پيچي رکندا
حوصلن جي هٿيار بند جدوجهد ئي
آجپي ۽ بقا جو فيصلو ڪندي آهي
چو دلگير ٿي آهين
هيڏانهن نظر تہ ڪر
اي منهنجي جان وطن
مان تنهنجو غريب الوطن عاشق
مان محڪوم قوم وانگي
تنهنجي حاصلات لاءِ
هر محاذ تي جهيڙي رهيو آهيان
اي منهنجي سر تي ڏرتيءَ سمان
مان تنهنجو پرديسي شاعر
تنهنجي ساٿيهہ جهڙي صحبت لئي
سِڪي مُئو آهيان.

2016



زندگي مسلسل بغاوت آهي
انڪري
اسان کي مسلسل باغي ٿيڻو پوندو
مسلسل انقلابي ٿيڻو پوندو
مرڻ ڪانپوءِ اسان کي هيءَ زندگي
ورهاست ۾ ڇڏڻي آهي
پونيرن لاءِ

جستجوءِ حاصلاتن جي صورت ۾
مرڻ کانپوءِ اسان ورهائجي وڃون ٿا
الاهين زندگين ۾
عقل کان مٿاهون بہ ڪجھ آهي
جيڪو اڃان ڳجھ آهي
پيٽ ۽ پيسو
ماڻهوءَ کي کائيندا آهن
جن پاڻ کي انهن کان بچايو
اهي امر آهن
مزاحمت جي گهاٽيءَ ۾ پير پائيندڙ
اي ارڏا نينگر
پنهنجي ڌرتيءَ جي لاءِ
آڪاس جيڏيون اذيتون
برداشت ڪرڻيون پونديون آهن
پنهنجي ڌرتيءَ جي لاءِ
ظلمات جي پردن جهڙن
ظلمن مان پار پوڻو پوندو آهي
تڏهن ئي وڃي
ڌرتيءَ سان عشق
معراج تي رَسندو آهي
اي اڙٻنگ ڇوڪرا
جي آزاد اکين سان
هيڪر وطن کي ڏسين
تہ ڪابہ غلامي
تنهنجي اک ڇنپائي نہ سگهندي

2016



هوءَ گلابي آسمان آهي
جنهن ۾ رات جو سونهري چنڊ
۽ پانت پانت جي مڙني رنگن جا
ستارا چمڪن ٿا
۽ ڏينهن جو خوابي خماريل سج
هوءَ جڏهن باغيچي کان گذرندي آهي
تہ ٿارين تان ٻاڻمرادو پنجي
گل هن جي پويان ڊڪندا وتندا آهن
۽ پيرن هيٺان پاڻ ڏريندا آهن
هوءَ جنهن ڪتاب ڏانهن نظر ڪندي آهي
ان ڪتاب جا ورق پاڻمرادو ورندا ويندا آهن
هن جي هٿن تائين پهچڻ لاءِ

ٿانو پاڻ ۾ ڪڙڪندا رهن ٿا
مٿان لاهي ڇڏي
ڊپ کان ڪپڙا ميرا نٿا ٿيندس
رنگ ۾ ٻڏائينو مٿائيندا ٿا رهن
هن کي ڏسي
ٻريل بلف ۾ فانوس
ٺڪاءُ ڏئي ڦاٽي ٿا پون
هن کي ڏسي پکين کان
اڏامندي اڏامڻ وسري ٿو وڃي
۽ ڪري ٿا پون
هوءَ جڏهن آئينن اڳيان ٿي بيهي
ته انهن ۾ ڏارون پئجي ٿيون وڃن
هن کي ڇهي پن پوپٽ بڻجي ٿا پون
هن جا قدم ڇهي رستا پيانو جيئن وڄڻ ٿا لڳن
جڏهن هوءَ هٿن ۾ ٿي کڻي
ته خالي پنا
شاعريءَ سان ڀرجي ٿا وڃن
هڪ اڻڏٺي گلن جو ڪڪر
هن مٿان هميشه ڇانو ڪندو ٿو رهي
انڪري ئي پنکڙين جو رنگين مينهن
هن مٿان وسندو ٿو رهي.

2015

❊

بجليءَ جون تارون تنهنجا وار
ءِ بارودي سرنگهون رڳون تنهنجون
حسن تنهنجو جوهري توانائي
ماري ٿو تابڪاري اثر تنهنجو
جنگي جلوا تنهنجا
شديد حملن جهڙيون تنهنجون ادائون
مونکي بربادي‌ءَ جي روپ ۾

آباد ڪنديون ٿيون رهن
تون هيروئن وانگي
منهنجي حواسن مٿان طاري ٿي وڃين ٿي
تنهنجي چمين جو چرس
مونکي سرس سياٽو ڪري ٿو ڇڏي
تنهنجي اکين مان آفيمي شراب ڏوگهي
مان شعور جي بلند سطح تي پهچي ٿو وڃان
تنهنجي ياڪرن ۾ پينگ جهڙا نشا آهن
او ڪسينو جهڙي حسينا
تون ٿتاڪن واري عيد آهين
۽ ڏياري تنهنجو پرتو آهي
تو ۾ ڪُڙڪبيتن جو روح آ سمايل
تون ڦُلجهڙين وانگر شرارا ڏئي رهي آهين
تون ڏيئن ۽ ميڻ بتين جي ملڪ
تون عود ۽ زيفران جي اگر بتين جيان
منهنجي وجود جي عبادتگاهن کي
خوشبودار ڪري رهين آهين
تون رنگن جو طوفان آهين
تون ڏيئن سان چانڊوڪي رات ۾
ٻرندڙ ندي آهين
تون خدا جي خوشنودي
۽ ان جو جلال آهين
تون پنهنجي جمال جي جوت سان
هن ڪائنات کي منور ڪري رهين آهين
دنيا جا سمورا مذهب
مونکي تو تي ايمان آڻڻ جو حڪم ڏئي رهيا آهن.

2015



هن مون کي مون منجهان آزاد ڪيو
هن مون کي مون منجهہ ماري ڇڏيو
هن مون سان اهڙي ڪار ڪئي جو
منهنجي وجود جي ورق ورق ۾
پنهنجي گُلابي بدن جو پنکڙيون
پٽي پٽي وجهندي وئي
منهنجي رڳ رڳ سِٽُن جيان ليڪيندي وئي
هن منهنجي وار وار کي ورايو
هن پاڻ کي مون مٿان ڇاپيو
هن مون کي پاڻ مٿان لکيو
اسان هڪٻئي جو سمورا خال پُريا
هڪٻئي کي حل ڪيوسي حسابن وانگي
منهنجا هٿ هن جي ساموندي بدن تي
لانچن جيئن ترندا رهيا
هوءَ مون لاءِ پاٽيءَ جو پنڌ تي پئي

منهنجي حواسن تي
هن جي انگ انگ
ڪنوٽين جيئن تجلا پئي چڙهيا
وار وار هن جو
اڻ ڪٿ رستو اونداهيءَ جو
جيڪو مون طئي پئي ڪيو
اسان سپنن جي واديءَ ڏانهن
سفر تي ڪيو
هن جي خوشبوئن جا جُگنو
چئوڏسا ڦهلجندا ٿي ويا
هڪ نظر نه ايندڙ
بگهڙن جو ڌڻ هن سان گڏ ٿي هليو
مان هن جي مٿان
عقابن جو ولر ٿي پئي اڏاميس
مان هن جي پويان
جهنگلي گهوڙن جي
جُهنڊ جيئن پئي ڊڪيس
هوءَ حسن جو گهاٽو جهنگ آهي
مان هن ۾ هر دفعي رستا
وڃائي ٿي وينس
هن پاڻ کي ڀول ڀُليان وانگر
دروازن جيئن کولي ڇڏيو مونتي
مان هڪ در مان نڪري
ٻئي در ۾ داخل پئي ٿيس
مان مايا جي چڪرويو ۾ ڦاسي ويس.

2015



ننڊ ۾ ٻارڙن جا
اڌ ڪليل هٿ
مونکي خماريل اکين جهڙا لڳندا آهن
خاموشيءَ سان وهندڙ پاڻيءَ جيان
پرسڪون
ماڪيءَ جي لار وانگي
چڻ
هلڪيون ڏنون وائلن جون
اڌ ڪليل ننڊاکا هٿ
ٻارڙن جا
آڪيرن جيان
جن منجهه
هڪ ۾ چنڊ ٻئي ۾ ڌرتي
پکين جي آنن وانگي
تا آسيس ماڻن
اڌ ڪليل هٿ
ننڊ ۾ ٻارڙن جا
ٽڙندڙ مکڙيون آهن
جن مٿان چپ
پوپٽن جيان
چمين جي روپ ۾
اچي تا ويهن ۽ اڏامن.

2014



راند ڪيڏندي
ڇدو ناليءَ ۾ ڪري پيو
نہ لڌو
بال پرائي گهر ۾ وڃي ڪريو
نہ مليو
ڦوڪڻو ڦاٽي پيو
ڏيتي پڇي پئي
۽ مان جوان ٿي ويس
پوءِ مان خواب ڏٺو
مان گيت جهونگاريو
۽ مان پيار ڪيو
خواب
منهنجون اکيون چورائي پڇي ويو
گيت منهنجي زبان ٿي ساڙي ڇڏي
محبوبہ
منهنجي جواني پنهنجي انگيءَ ۾ وجهي
۽ خوشين کي ور ۾ لڪائي
مون سان ڦٽائي هلي وئي
زندگي ائين ئي جلي وئي.

2014



ڳوهيل اٿي تي
ليڪا ڪڍندو هيس
آڱريون ٽُنبيندو هيس
هٿ چاپيندو هيس
شڪليون ٺاهيندو هيس
ڳوهيل اٿي مان
رانديڪا ٺاهيندو هيس
هاڻي جڏهن مان جوان ٿيو آهيان
اهي ساڳيون ئي حرڪتون
سمنڊ ڪناري
آلي واريءَ تي ڪندو آهيان
سمنڊ به امان وانگر
لهرن جي آڱرين سان
انهن کي ميساري ڇڏيندو آهي
۽ هلڪي شور سان
هر هر جهليندو ۽ سمجهائيندو آهي
پر مان مڙندو ئي ناهيان.

2013



بهار جا ڏينهن
تخليق جا ڏينهن آهن
مرجهايل عاشقيون
ٽڙڻ لڳيون آهن
ڌنڌلايل چهرا
وري دل ۾ جرڪڻ لڳا آهن
روح ۾ ڪائنات ڦولارجي وئي آهي
اکين ۾ اڻ ڏٺا منظر به ترڻ لڳا آهن
پٿر ۾ لوهه مان به
گئونج ڦٽن ٿا
سيئي عنصر
حاملا ٿي پيا آهن
رنگن ۾ روح پيو آ
زندگيءَ جي جلاوطني
ختم ٿي آهي
پکي ۾ پڻ
وٽن تي ورڻ لڳا آهن.

2013



ڪمري ۾
ڏڪي ٿي تنهائي
سرون ساهه ڪڍن ٿيون
اوسيئڙي ۾ آڳر آهي
مان رات ڪي سگريٽ جيان ڇڪي رهيو آهيان
اڄ به تون
مينهوڳيءَ جي احساس جيان
منهنجي يادگيرين ۾ محفوظ آهين
پري ڪان ايندڙ بانسريءَ جي آواز وانگي
مان توکي ٻڌي رهيو آهيان
۽ مان ڏسي رهيو آهيان
توکي پنهنجي ڌُنڌلي مستقبل جيان
تون جا منهنجي روح جي ڌرتيءَ جي مٿان
نديءَ جيان وهي رهي آهين.

2009



سرنهن ڦولار سان گڏ
سيارو ترڙ لڳو آهي
هلڪي رم جهم وانگر
ٽڏ پئي ٽي
اتر جي وهڪري ۾
سائبيرين پکي
مڇين وانگر ترندا اچن ٿا
ڪچن ٻيرن جهڙي
منهنجي محبت
ٻارن کي سڏي ٿي
صوفي ٿيڻ لڳو آهي سج جو مزاج
نديون ننڊاکيون ٿيڻ لڳيون آهن
خمارجڻ لڳيون آهن واديون
سمنڊ تي سرور ڇائنجڻ لڳو آهي
صحرا جي ڪاوڙ ۾
ٺرڻ لڳي آهي
پر جدائيءَ جي بخار ۾
منهنجا لڱ ٻري رهيا آهن.

2013



پاڻ آهيون پرين
سياري جا اداس وڻ
جن مٿان ويهندي خوابن جا پکي
غمگين ٿي وڃن ٿا
درد ڪوهيڙي جيان
ويڙهي ٿو رکي
ٿڌين هوائن جيان ڳٽتيون
اسان جا پن ٽيون ڇاڻن
سرنهن ڦولار جي پرسان
ڇهڇ سائي پوک ۾
پاڻ آهيون پرين ملال جي ڪوڙن جيان
ڀڪندڙ ڳلڙن مٿان ٿمي آيل
ملال جي ڳوڙهن جيان
پاڻ آهيون پرين سياري جا اداس وڻ
پنهنجي ڇانو هيٺ
ويهڻ لئه ڪو تيار ناهي.

2013



شام جو دريائي پل مٿان
سج منهنجي هٿن مان ڇڏائجي ويو
ڪو اڻڄاتل وجود وچي پاڻيءَ ۾ ڪريو
۽ وچائجي ويو
انهيءَ پنيان ان جي ڳولا ۾
بتين جون روشنيون
پل ڏئي چولين ۾ ڪڏي پيون
۽ سڄي رات ڳولهينديون رهيون.

2015



بي خياليءَ ۾ منهنجي نظمن جون
انڌين آگرين جهڙيون سٽون
اوندهہ منجهہ
هن جي بدن تي هٿوراڙيون هڻنديون رهيون
ذهن تراشيندو ويو
هن جون بيهڪون
منهنجي دل هن جي مورت ۾ ڌڙڪڻ لڳي
۽ منهنجو ساهہ
هن جي سونهن ۾ منتقل ٿيڻ لڳو
پوءِ ائين ٿيو جو
پنڌپاهڻ ڪري
پنهنجي تخليقڪار کي
هوءَ پٿر جي مورت جيئري ٿي پئي.

2015

**

ڪاراتجي ويو آهي
رات جي رنگ ۾ رنگجي
آسمان نيلو
سڄو زهريلو
درد جو سورج مکي
چنڊ پيلو
آهي يادن جو ٻتيلو
چڻ نظمن جو ٿيلهو
ساڙي ٿو سمنڊ ۾ جنهن کي
پيڙيا ٿو شاعر هٺيلو
۽ وقت جو ريلو
پلر جي پاڻيءَ جيان
زندگيءَ جي جابلو چوٽين مٿان
وهندو وڃي ٿو
ازل کان وسندو
ابد جي اونهاين ۾
پاتال جي گهراين ۾.

2014

❊

پير منهنجا لڪندا ٿا وڃن
نظم آوارگيءَ جو
شهر تنهنجي جي گهٽين جي لڪيرن مٿان
سفر جون سٽون
جن کي هوا گنگنائيندي ٿي وڃي
چنڊ نوڙي ڏيان سان ٿو تن کي پڙهي
شهر تنهنجي جون بتيون
مونکي اکيون ٿيون ھڻن
۽ عمارتون عورتن وانگر
غور سان ٿيون ڏسن
آءٌ سوڳوار سيلاني
آءٌ اشڪبار جاني
سنڌونديءَ جيان
تنهنجي شهر ماهتابيءَ منجهان
جڻ پراسرار واديءَ منجهان
وهندو ويجان ٿو
پين ڪوڙ سارن رولاڪ نظمن وانگي
سمنڊ جي ڪناري پهچي
هي نظم بہ آهي پورو ڪرڻو
سمنڊ ۾ آهي چوڙ ڪرڻو
هڪ ڪتاب جو آهي توڙ ڪرڻو.

2014



مينهن ۾ پنل پوپٽ جيان
هوءَ ويٺي آهي ڏاکڻ تي
ٽوئيون رکي گوڏن تي
۽ ترين تي منهن رکي
پن چڻ جو منظر بڻي
۽ سندس
پير ۾ پيل ڪتاب گسڪي
ڪلتيون ڪائي ڏاکڻ تان
اچي ڪريا رستي تي اتس
وهي هليو آهي اکين کان
ڳٽن تائين هن جو ڪجل
ڪاليج جي وڏي در وٽ ويٺي
هوءَ اياڻي ڇوڪري
ٻنهي هٿن ۾ چهرو لڪائي
پاڻ کان لڪڻ ٿي چاهي
ڊسمبر جي مينهن ۾
مٽيءَ جي گڏي
وهندڙ پاڻيءَ ۾
رنگن جيئن وهي ٿي
۽ هن جا ڪتاب
لڙهندا ٿا وڃن
مينهن ۾ الائي ڳوڙهن سان.

2012



مونکي ڪنهن بہ طرف جي
ڪا بہ خبر ڪانہ ٿي پوي
مان قلابازيون کائي رهيو آهيان
منهنجو مغز چلڪي رهيو آ
۽ دل غوطا پئي کائي
منهنجو وجود واچوڙو بڻجي
ديوانگيءَ جي حالت ۾ ڊوڙي رهيو آهي.
مان هن حالت ۾
جي سمنڊ منجهہ گهڙي پوندس
تہ سمنڊ جو سمورو پاڻي ولوڙجي
ڳن بڻجي
آسمان تائين پهچي ويندو
جي ڌرتيءَ تي پير رکندس
تہ سموري ڌرتي
ڌڌڙ بڻائي
پاڻ سان اڏاري کڻي ويندس
جي آسمان جي حدن ۾ داخل ٿيس
تہ سمورن ستارن کي
واچوڙي جيان ورائي
هڪٻئي سان ٽڪرائي
ريزه ريزه ڪري ڇڏيندس
انهي ڪري
هن ڪائنات کان
مان ٻاهر ئي چڱو آهيان.

2015



عورتون اڪيلائيءَ ۾
آئينن اڳيان تال ڪنديون آهن
نڪري اينديون آهن پاڻ مان
پن وجودن وانگر پونديون آهن ٻڌجي
پڇنديون آهن پاڻ کان
پاڻ سان اورينديون آهن
واڪاٽينديون آهن پاڻ کي
پاڻ کي ڪلائينديون آهن
پاڻ مان ڪڍنديون آهن وِڏون
روئاڙينديون آهن پاڻ کي
پاڻ کان ٿي پري پاڻ کي ڏسنديون آهن
پاڻ کي پيون هر هر چمنديون آهن

بيٺي بيٺي مستقبل جا معاملا
ڪري ڇڏينديون آهن طئہ
خوابن جي خلائن ۾ اڏامنديون آهن
چنڊ کي نچائينديون آهن
پنهنجين ڇپڙين تي
ڳائينديون آهن جهونگاري
مسرتن جا گيت
يا وري وڇوڙي جا ورلاپ
پنهنجين خواهشن جي جوڙن مٿان
ڪنديون آهن ستارن جي سجاوٽ
پنهنجي پرينءَ جي اکين سان
پاڻ کي ڏسڻ جي ڪنديون آهن ڪوشش
عورتون اڪيلائيءَ ۾ آئينن اڳيان
منهن پنهنجي تي ڪنديون آهن مصوري
پاڻ کي ڏاهي پيون ٺاهينديون آهن
پاڻ تي ڪنديون آهن چٽ سالي
پاڻ کي ٺهرينديون آهن
اڻ وٽندڙ شين کي ترينديون آهن
عورتون آزاد هونديون آهن آئينن اڳيان.
2015



گھمسان متل آ سمنڊ ۾
ڇوليون هڪٻئي کي لتاڙي رهيون آهن
ٽاهڙجي ڪري رهيون آهن
وڏي رهيون آهن
ڪناري سان اپريل ڀاڻن کي
پيٽ وارا ڏڪ لڳي رهيا آهن
۽ ڪناري سان لنگر هنيل ٻيڙيون
ڦيريون دفعو پاڻيءَ ۾ گهڙندڙ وانگر
وک اڳتي وڌي رهيون آهن
وک پوئتي هٽي رهيون آهن
اٽجاتي خوف کان
سامونڊي پکي
پاڻيءَ سان بس مٿاڇرو ڇهائي
اک ڇنڀ ۾ پڙڪو ڏئي ائين ٿا اڏامن
جڻن ڪو گرم شئي
يا ٽانڊي مٿان آڱر رکي
هڪدم هٽائي
هوبهو منهنجي ديس جي حالتن جهڙو
اهو منهنجي اندر جو منظر آهي
ڪير هن کي ٻڌائي
هيءَ جا منهنجي پير ۾ مون سان
مونکان اڻ ڄاڻ بيٺي آهي.

2015



ننڊ مون لاءِ نرواڻ آهي
۽ گهربل شين جي حاصلات پڻ
مان ننڊ ۾
عجيب خواب ڏسندو آهيان
ڪڏهن ڏسندو آهيان
ته نانگ چوڪري
جيڪا انڌي عشق واري حالت ۾
مونکي وڪوڙي ويندي آهي.
ڪڏهن پَرن واري گهوڙيءَ چوڪري
جيڪا پنهنجا پر
منهنجي بدن تي ڦيريندي آهي

۽ مونکي پنهنجي پلڪءِ تي کڻي
تصوراتي جنتن ۾
گھمائيندي آهي
ڪڏهن ڏسندو آهيان
رنگين مڇيءَ ڇوڪري
جيڪا مونکي پنهنجي پاڪر ۾ ڀري
سمنڊ جي حيرتن ڀري دنيا ڏيکاريندي آهي
۽ ساموندي رازن کان مونکي
واقف ڪرائيندي آهي.
ڪڏهن ڏسندو آهيان
پريءَ ڇوڪري
جيڪا مونکي ڪنهن مهل چنڊ تي
تہ ڪنهن پل ستارن تي وٺي ويندي آهي
پر مان ڀانيان ٿو جاڳ
انهن سڀني کان وڌيڪ حسين ترين ڇوڪري آهي
پر آهي بي وڙي
۽ وڏي ظالم.
ان جي باوجود بہ
مونکي جاڳ سان
ازلي عشق آهي
ننڊاکو ۽ خوابي
يقيني ۽ غير يقينيءَ واري حد تائين.

2014



وڻ بغير ڇانو جي ٿي پيا آهن
آئينن منجهان عڪس ڏيکارڻ واري صلاحيت
ختم ٿي چڪي آهي
ڏينهن بي نيمڪا ٿي پيا آهن
مُندن کي آيل ماهواري
بند ٿي نٿي ٿئي
سال سُنڍ ٿي چڪا آهن
آسمان اوراٽيو ٿو وڃي
هر پل ڏُڏي ٿي
ڌرتيءَ کي مسلسل
دل جا دورا ٿا پون
بي ترتيبيءَ سان ترتيبوار
وهن ٿا واقعا
بي تال حادثا ٿا نچن
سِرَ سِرَ ٿي پٽيون فرار ٿي رهيون آهن
پٽڙ پٽڙ جي پويان ڀڄندو ٿو وڃي
هر ماڻهو پنهنجن عضون جي پويان ڊڪندو ٿو وتي
اصل حشر جهڙو ڏمچر متل آهي
حالت تہ اها آهي جو
خود پنهنجي خدائيءَ جي ڪوتائي ٿو ڪري
خدا بہ ڪوجنا ۾ آهي
تہ اڄڪلهہ انسانيت
دفن ڪئي ٿي وئي آهي.

2014



ڏئي ريل جي پٽڙي وچان ٽو
پٽرن کي ٽڏا هٽندو
مينهن ۾ پچندو
بانسري آهي پڳل
هٿ ۾ جهليل
ڳلو بہ آهي ڪليل
ناهن پيٽيون ڏنل
ڪالر بہ آهي ايو
کهيون بہ ناهن بوٽ جون ٻڌل
۽ تٽل هن دل جون تارون سيئي
آ پڳل گٽار جهڙو من منهنجو
پتائيءَ جي قبر سان

ٽيڪ ڏياري رکيل ڇڄ تنبورو
مان سڄو درد جي مند آهيان
تنهنجي فراق ۾ جانان
منهنجي وارن مان ٻه
ڳوڙها ٽمن ٿا
هي مينهن جون ڦڙيون آهن
يا مونکي ڪُڙڪيئتا چمن ٿا
وڄائي پيو وڇوڙو
وائلن جيان مونکي
سڪرات جي سُرَن جهڙو
منهنجي ساهن جو سنگيت
پيو سِسڪي سڏي توکي
اي منهنجا ميت
مان شهيد ٿيل مسيت
سياري جي هن مُلَحِد موسم ۾
برسات جو پيٽرول هاري
باهه ڏئي ويو آ ڊسمبر مونکي
۽ مان مندر جيئن سڙان ٿو
يار منهنجي رڳ رڳ ۾
يادن جون ريلون ڊڪن ٿيون
۽ مان بند تي ويهي رهان ٿو.

2014



نئين سال جو
پراڻون سج
واٽڙن وانگر
ماڻهن جي ساڳين ڪرتوتن کي
حيرانگي منجهان ڏسي رهيو آهي
۽ انسانن جي پيدائش کي ياد ڪري
روشن ڪرڻ جا ڳوڙها وهائي
سوچي پيو تہ هي ماڻهو
ڪيئن نہ پنهنجي اجل طرف
هنبوشيون هڻي وڃي رهيا آهن
پنهنجي پاڻ سان جنيون ڪندا
۽ آسمان بي وسيءَ جي عالم ۾
ڏرتيءَ کي رحم ڀرين نظرن سان
ڏسي رهيو آهي.

2015_1_1



# ايڪتا جي ڪويتا

اڄ
ڌرتيءَ گج پهري
اجرڪ چيلهه ۾ ٻڌي ڇڏيو آهي
سڄ سنڌي ٽوپي آ پاتي
هر ستارو ڀٽائيءَ جو
ڪونه ڪو بيت جهونگاري رهيو آهي
چنڊ سچل جي سفيد ڏاڙهيءَ وانگر
اوندهه جي انتهاپسنديءَ جو
صوفياڻي سوچ سان
اپچو منهن ڪري رهيو آهي
انسانيت ايڪتا تي ايمان آندو آهي
اڄ منهنجي قوم
ڪونجن جهڙي ٿي پئي آ
هر روح
ڪاشيءَ جي رنگن ۾ رنگجي ويو آهي
جذبا سرنهن وانگر ڦولارجي پيا آهن

هو جمالو
امن جو عالمي گيت ٻڌجي پيو آهي
دليون
دعائن جا درياءَ ٻڌجي اٿلي پيون آهن
۽ دماغن تي
درويشي طاري ٿي وئي آهي
هٿ هٿن کي
ولين جيئن وڪوڙي ويا آهن
گيڙو ٿي ويو آهي وايو منڊل سمورو
هر تن طنبوري وانگي وڄي ٿو
اڄ عشق پٽڪو ٻڌو آ
۽ محبت ميندي مکي آهي
اڄ واءُ واڌايون ڏئي ٿو
اڄ سنڌ ڪنوار جيان
ڌرتيءَ سيج تي جلوگر آهي
۽ ان مٿان
ڪائنات قربان قربان پئي ٿئي
خوشي ۽ مسرت جي عالم ۾
نظام شمسي اهڙو ناچ ڪري رهيو آهي
جو ڪائنات
ڏندي آڱريون ڏئي ڏسي رهي آهي.
ماڻهن کي
ڪبوترن وارا کنب ڦُٽي آيا آهن
هر هڪ امن جو سفيد جهنڊو لڳي ٿو
جنت جي جاءِ ناهي اڄ هتڙي
ماڻهپي پنهنجي منزل ماڻي ورتي آهي.

2015

*

جڏهن بہ مان
پراڻن ڪتابن جا ورق ورائي
انهن جي مٽُڌر مهڪ سگهندو آهيان
تہ مون تي عجيب سرور ڇانئجي ويندو آهي
مان پراڻو شراب پيئندو آهيان
پيالن ۾ نہ پر هڪ ۾ اوتي
مان نون سان نينهن ۽ پراڻين سان پيار ڪندو آهيان
مونکي اڳهاڙين آڱرين سان
تصويرون ڏاهڻ سٺو لڳندو آهي
مونکي عورتون ۽ مڇيون
حيرت انگيز حد تائين
هڪجهڙيون لڳنديون آهن
ڪجين جا وڻ ڏسي
منهنجي اڪيلائي
آپي ڪان ٻاهر نڪري ويندي آهي
اهو ڪو زهر ناهي
جيڪو مان نہ چکيو هجي
اهو ڪو شراب ناهي
جيڪو مان نہ پيتو هجي
مان تہ پنهنجن دشمنن سان بہ
سچائپ ڪندو آهيان
منهنجي ديوانگي ڏسي
ڪيترين ئي پنهنجي حسن ۽ جوانيءَ تي
ناز ڪنديون آهن
منهنجو پيار ايترو تہ شديد آهي
جو ڪنهن بہ انسان جي
برداشت ڪرڻ ڪان ٻاهر آهي
مان ڦڙ۽ نار ڪان وڌيڪ گرم
مان زمهرير ڪان وڌيڪ ٿڌو آهيان

منهنجو اندر عالم ارواح آهي
۽ منهنجو ٻاهر عالم برزخ
منهنجي هٿ جي هڪ چيچ
موسيٰ جي عصا آهي
۽ ٻي شيام جي بانسري
منهنجي ٽين چيچ
اسرافيل جي سور آهي
۽ چوٿين تيز ڌار تلوار
منهنجي پنجين چيچ
ڪاتب به آهي ۽ قلم به
منهنجي پير جي هڪڙي آڱوٺي هيٺان
فرعون جي تڪبر پري منڊي
۽ منهنجي ٻئي پير جي آڱوٺي هيٺان
نمرود جو غرور پڙيو سڙ آهي
جڏهن به ڪٿي
چئن چڱن جي ڪچهريءَ ۾
منهنجو نالو ڪڇندو آهي
۽ اهي چار چڱا چڙ ۾
ٻاڻ ڪي چڪ هڻڻ لڳندا آهن
آءٌ اهڙو ۽ فرمان بردار آهيان
جنهن ڪي گستاخ به
پنهنجو گرو ڪري مڃيندا آهن
هن دنيا جا هڙئي جُڙتو فرمان روا
مون بي فرمان ڪان وٺون ويندا آهن
مان پيرن هيٺان زمين
۽ مٿي تي آسمان کنيون وتندو آهيان
مان سوچيندو آهيان ۽ به شاعريءَ ۾
مان ڳالهائيندو آهيان ۽ به شعرن ۾

2008

*

ڪجھ بہ ڪندڙ فنڪار آهي
ڪجھ بہ ڪرڻ فن
ڪجھ بہ ٿيڻ فنپارو
فنڪار
فن
فنپارو
ڪُل ڪائنات
آرٽ کان آزادي
سوچي بہ نٿي سگھجي
آرٽ کان بغير
ٿي نٿو سگھي ڪجھ
آرٽ کان ٻاهر
ڪجھ بہ ناهي
سڀ ڪجھ
آرٽ جي اندر آهي
فڪر ۽ فن جي هيءَ خدائي
جڳ جڳ جي جنم داتا آهي
هيءَ ڪائنات لڪيل
هڪ لازوال شاهڪار ناول آهي
جيڪو پڙهجي رهيو آهي

۽ فلمائجي رهيو آهي
فلم جي صورت ۾
ساڳئي وقت
هي ۽ ڪائنات هڪ انادي گيت آهي
جيڪو ڳائجي رهيو آهي
هي ۽ ڪائنات
ازلي سنگتراش جي هٿان
مسلسل گهڙجندي ٿي رهي
نوان روپ ڌاريندي
سنورجندي ٿي رهي
هي ۽ ڪائنات
ازلي مصور جي هٿان
مسلسل چٽجندي ٿي رهي
نقشن ۾ ٽجندي ٿي رهي
تون ان مان ئي اندازو لڳاءِ
آرٽ جي اهميت جو
هن ڪائنات جو ازلي ڪرتب باز
ڪائنات ۾ موجود موجودات کي
پنهنجن اشارن تي
هر ڪنهن کي
ڪيئن نه الڳ الڳ انداز ۾
نچائي رهيو آهي

2008

*

اجان تائين انسان
هڪ متيءَ جي ذري کي بہ
مڪمل طور سمجهي ناهي سگهيو
پر افسوس
سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي ذريعي
پاڻ کي ڌرتيءَ سميت
پيانڪ تباهيءَ جي ڪناري تي
پهچائي ڇڏيو اٿائين
پر جڏهن بہ انساني فلسفو
عملي شڪل وٺندو
تہ سائنس
صحيح رخ ۾ سفر ڪرڻ شروع ڪندي

آرٽ جي اهڙي ته
عجيب حالت هوندي جو
اها توهان کي هر شئي مان
ٿمندي نظر ايندي
هر انسان کي
آزادي، امن ۽ ان مُيَسر ٿي سگهندو
زندگي پئي سڪون سان گذرندي
پوءِ جيڪڏهن ڪا بيچيني هوندي
ته لڪل اسرارن کي پروڙڻ جي هوندي
جو ته اجان تائين انسان
فلسفي ۽ سائنسي طور
پتڙي اڏوگابرا جواب ڏئي
باقي رڳو سوال ٿي ته اٿاري سگهيو آهي
فطرت تي مڪمل فتح
اهو بعد جو مسئلو آهي
پهريون پاڻ مان
ٽبرابري ته ختم ڪيون
پهريون پاڻ مان
طبقاتي نظام جو ته خاتمو آڻيون
اسان ته اجان
پهرين دنيا
ٻي دنيا
۽ ٽين دنيا جي ڏٻڻ ۾ گتا پيا آهيون.

2009



ڏاهپ سان
ذهني عياشين
۽ غلط ڪارين جي نتيجي ۾
جڏهن نتشي جو ڍڪو ٽيل ذهن
ويايو
تہ هٽلر جهڙو ڦر ڄڻي وڌائين
اهڙوڪا جرنيل ۽ حڪمران بہ
ميڪاوليءَ جي
قاتل ٻچيءَ مان
هن دنيا کي گهوري رهيا آهن
۽ هر ملڪ جا سرڪاري چينل
رڳو فوجي پريڊون ڏيکاري رهيا آهن
پئروت جي بازار
اڳي کان وڌيڪ
سرگرمي چڪي آهي
۽ حوس سان همبستر
هيچي انسانن جو
جنسي هيجان
ناقابل برداشت جي حد تائين
چوٽ چڙهي چڪو آهي
انسانن جي سائنس سان
ناجائز لاڳاپن جي ڪري
ڪيميائي هٿيارن
۽ ائٽمي بمن جي صورت ۾
ناجائز ٻارن جي آدمشماري

شمار ڪرڻ کان وڏي وئي آهي
ٽين دنيا جو ڏيک بمباريءَ ۾
تباهه ٿيل انهي اسپتال جهڙو ٿي چڪو آهي
جنهن ۾ ريگل فرش تي متاثر ملڪ
بم بلاسٽ ۾ زخمي ٿيلن وانگر پيا آهن
۽ پنهنجن ڪٽل عضون کي ڏسي
درد جي شدت کان اپ ڏاريندڙ دانهون ڪري رهيا آهن
انهيءَ اسپتال جي عجائب گهر ۾ ڏسو
هي عراق جون اکيون
جن ۾ موتيو پئجي چڪو آهي
جن جي آڏو زندگيءَ جا رنگ
ڏنڌلائجي ويا آهن
هي فلسطين جا ڪينسر ۾ ورتل ڦڦڙ
جيڪي بارود جي دونهين ۾
وڏي اذيت سان ساهه کڻي رهيا آهن
هي افغانسان جا ڪپيل اُرهه
جن مان رت گاڏڙ ٿيج وهي رهي آهي
هي لبيا جا لوڙا
جيڪي اڃان به ٿڙڪي رهيا آهن
هي شام جي زخمي شرم گاهه
جيڪا سموري انسانيت کي
شرمسار ڪري رهي آهي
هي آفريڪا جي لتجندڙ عزت
جيڪا اشرف المخلوقات کي
سمورين مخلوقن ۾
بي عزتو ڪري رهي آهي
هيءَ ايشيا جي
دل جي دوري جهڙي حالت

جيڪا سموري دنيا جي
موت جو ڪارڻ بڻجي سگهي ٿي
پيو بہ اهڙو گهڻو ڪجهہ آهي
جن کي ڏسي شيطان سُرخرو آهي
تہ سٺو ٿيو جو
مان انهن کي سجدو نہ ڪيو
۽ سيني فرشتن تي
ٺٺوليون ڪري رهيو آهي
هي جنگي جيوڙا
هي ڪيڙا
وڃي چنڊ کي بہ چنبڙيا آهن
۽ ٻين گرهن کي بہ
پنهنجو گِـرَهُہ بڻائڻ جا
جتن ڪري رهيا آهن
جڏهن تہ
هنن جي ڦهلايل گندگيءَ مان
هن گُگدام ڌرتيءَ کي
ڪيتريون ئي موتمار بيماريون
لڳي چُڪيون آهن
سڪرات جهڙي
صورتحال ٿي وئي آهي ڌرتيءَ جي
ڌرتي
جا ڪائنات جو دماغ آهي تہ دل بہ

2015



ڏينهن جي سڀ ڪان ڏڪاري پهر
جڏهن سج سڪتي ۾ اچي ويندو آهي
مان آهستي آهستي پير پير ۾ ڏئي
هورڙيان هورڙيان هلي رهيو آهيان
سنڌ يونيورسٽيءَ ۾
سينٽرل لائبريريءَ ڪان
آءِ آءِ قاضيءَ جي مزار ڪان ٿيندو
سنڌالاجيءَ تائين واري شاهي رستي تي
ائين ٿو لڳي تون مون سان گڏ آهين
جڻ تہ مان توسان ڳالهائيندو هجان
جهيڻي آواز ۾ مُهذب طريقي سان
ڪائنات جي فطري موضوعن تي
محبت جي مدارن ۾
تنهنجي سونهن واري سج جي چوڌاري
ڌرتيءَ وانگر او سرتي ڦيرا پائيندي
نہ ڪتندڙ طوافن وانگر
ساڳئي رستي تي منهنجي اڄ وڄ
ڪنهن تڪئي ڪلام وانگر لڳي رهي آهي

هڪ اهڙو جملو
جيڪو ڳالهہ ڳالهہ تي بار بار ورجايو وڃي
جڻ لطيف جي ڪنهن درديلي وائيءَ جي وراڻيءَ وانگر
وڇڙيل جو ورلاپ
هڪ اڪيلو انسان
شام جو
ههڙين حالتن ۾
پيو ڪري بہ ڇاڻو سگهي
جڏهن تہ
هنن ڀرپور جوانيءَ جي ڏينهَنِ ۾
ڪيسي ۾ نڪو پئسو پائي آهي
نہ ئي محبوبہ جو پيار
ڏرتي بہ ڏارين جي هٿ آهي
آزاديءَ جي لباس ۾ غلامي
۽ وطن ۾ هوندي بہ
جلاوطن لڳو پيو آهيان
آجو وطن، آزادي، پيار ۽ پئسو
اهي شيون
جوانيءَ جي اُڃَ اُجهائڻ لاءِ
ڪيڏيون نہ ضروري آهن
انهن کان بغير تہ
ڪوبہ خودڪشي ڪري سگهي ٿو
پر مان اڃان تائين زنده ڇو آهيان
شايد انڪري جو
منهنجي اکين ۾ باهہ جا اُلا
۽ دل ۾ خواب ڏڙڪن ٿا.

2009



اداس راڳڻي
خاموش ساز
سڪل سنڌو
زرد چهرا
ٿوڙها وڻ
پکي بيچين پريشان
بيمار پوپٽ
گلن جو موت
مايوسين جو وڏڦڙو
اداسين جو انڌيرو
مسڪراهٽن جي
اجتمائي خودڪشي

اھو سڀ ڪجھ ڏسي
آنڌا وات ڦاڙ ۾ اچن
چوڌس خرابي ۽ خزان ڇانئجي وئي آهي
اميدن جون پاڙون سڪڻ لڳيون آهن
۽ خواهشن جي خشڪ سالي سبب
زندگي بنجر بڻجي چڪي آ
هي اُپ بہ اکيون ڦيرائي ويو آهي
اساٽيل سج
۽ اجايل هوا
سمنڊ پي ويا آهن
۽ صحرا سڏڪي رهيو آهي
ماڻهن کي درد
اُرهن وانگي
ڏائي رهيا آهن
محبت جي ماءُ
مري وئي آهي
۽ عشق جي اکين ۾
اڪ ڦولارجي پيا آهن
وقت وڏوا لڳو پيو آهي
بهارون؟؟!!
ڪھڙيون بهارون
بهارون بہ ٽيڻديون آهن ڇا
يار هتڙي تہ سدائين
سَرَءُ منڊ آهي

2004



مشينن سان متي مائٽي ڳنڍيندڙ
روبوٽن سان ياري رکندڙ
انسانيت جا انڪاري
۽ ماڻهپي جا مياري ماڻهو
فطرت کان فرار حاصل ڪيل
قدرت کان بيزاري ماڻهو
ذليل ذهنن جا مالڪ
دلين سان دغائون ٿا ڪن
چند ڄهڙي درويش ڪي ٻه
مشيني پٽر اڇلائي هٽي رهيا آهن
ڪوڙ تي قربان قربان ٿيندڙ
پنهنجين عياشين ۽ حوس جي پورائيءَ لاءِ
سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي زور تي

انسانيت، آزادي ۽ امن سان
زنا بلجبر ڪري رهيا آهن
اڄوڪا اُسريل انسان
فطرت ڪان پري
هي جو دونهون پي رهيا آهن
دونهون جي رهيا آهن
ٻوساٽجي مري ويندا
اڄوڪا اُسريل انسان
هي جو ٽيو بي ڍنگا، ننگا
شيطاني راڳن تي
وحشي ناچ نچي رهيا آهن
هيءَ وحشت آخر ڪيستائين
هيءَ دهشت آخر ڪيستائين
اهو ڏينهن پري ناهي
جڏهن ماڻهن جا هٿ
خود پنهنجين ئي ڳچين ۾ هوندا
اهو ڏينهن پري ناهي
جڏهن ماڻهو پاڻ تي پاڻ ٻاهيندا
پاڻ تي پاڻ داهيندا
جڏهن پاڻ کي پاڻ ڏيندا سزائون
۽ پنهنجو انت پاڻ آڻيندا
ڇو تہ برائي هميشہ
پاڻ کي ئي برباد ڪندي آهي.

2009



هي مُهَذِب مُنافقن جو دور آهي
دوکو هنن جو دين آهي
شرارتن تي هي
شريعت جيان عمل ڪندا آهن
هي باوقار نموني بُغض رکندا آهن
سواءِ حرامپائيءَ جي
هنن وٽ هر عمل حرام آهي
هي دل لڳائي پڙوت ڪندا آهن
عيبن ڪيڻ سان
هنن کي عشق آهي
ٻين تي بهتان مڙهڻ
پنهنجو پيدائشي حق سمجهن ٿا
سنهي ڪرڻ هنن وٽ
اعليٰ سماجي قدر آهي
گلا هنن جي مرغوب غذا آهي
چغليون هڻڻ
هنن جو محبوب مشغلو آهي
حسد کي هي
پنهنجو حسن سمجهن ٿا
هي چانهه جي چُڪيءَ تي چَٽُ
هي سگريٽ جي هڏيءَ تي
ڪتي وانگر پڇ لتڪائن ٿا
هي يزيدي يار
ڪوفين جهڙا قرب ڪن ٿا
وجهي بغدادي ياڪر
شمر کي بہ شرمسار ڪن ٿا
ءِ پرپٽ طبرن جا تاڙا ملائي
مڪروهہ ٺمڪ ڏين ٿا

هي ڪيڙن وانگر گهڙي
سنگت جا صوف
ياٿپيءَ جا پير
۽ پنهنجائپ جا زيتون
ڪيانرا ڪري ٿا ڇڏن
هي ڪوئن وانگر ڪوٺي ڪوٺي
قرب جا ڪوٽ ڪيرائي ٿا وجهن
هي اڌوهيون آهن
جيڪي رشتن جا ڪتاب
۽ پروسي جو ڪاٺ
چَٽُ ڪري ٿا وڃن
هي ويلا ٿار چچڙ
چٿورن وانگر
ڪيسن جو رت پي ٿا وڃن
هي رڍن وانگر جتي پيئن کائن
اتي ئي ڦولهڙيون لاهن
هي چيٽن جا شيدائي ٽنڊڻ
اعتماد جي اکين ۾
مچرن جيان پون ٿا
هي نانگ جي ڦڻ
سوئر جا وَڄ
۽ ڪتي جو ڦِڏو پُڇ آهن
سانڊن وانگر هنن جو رنگ
مسلسل مَتجندو ٿو رهي
هي بي مثال بدنان آهن
هنن کي ڪاڪوسن ۾ قرار ايندو آهي.

2015

❊

چپاڙي خيالن کي
لفظن کي لتاڙي
جملن جو ڳاهه تو ڳاهي
يار دانشور تو ڳالهائي
ڏاهپ جي پٽي ڏاڙهي
شعور کي شرمسار ڪري
اڪابريءَ جون ڪڳيون هٽي تو
ساندي جهڙي سوچ وارو
هي حيوان
علم جون ڪڍي اکيون
عقل جا آنڊا مَروٽي
گفتگوءَ سان ڪري گُم گُڙدا
وِيچارن جا وِچون بچائي
نچائي پڙوت جا پولا
مڪار مداريءَ جيئن
ڏُکٽهاريءَ جهڙا ڏند شيڪي
گُد گُد ٽئي تو
تماشائن سان تعديون ڪري
هيءُ داناءُ ڏلو
اڙي يار هوش ۾ اچو
هٽوس ڪَلو ڪَلو.

2014



پيو آهيان مُنهَن ڀر ستو
سمنڊ جي ڪناري مٿان
روح منهنجو سمنڊ ۾
لڙهندڙ ڪا ناو آهي خالي
رات ساري
مان ننڊ جي غورين جيان
چنڊ تارن کي ڦَڪيدو رهان ٿو
انڪري خمارن ۾ هجان ٿو
ڏينهن سڄو تيڙ ڪائيندو ٿو وتان
جن جڳهن تان ڪرڻ جو خطرو هجي
انهن ماڙين جي ڪنارين مٿان
سمهي ٿو پوان
پر موت نئين ساماٽيل حسينا جيان
مونکان ٿهندو وتي ٿو
زندگي مونکي ڏسي

گهڻي مٿائي ٿي وڃي
هر خوشي بهانو ڪري
نٿائي ٿي وڃي
مونسان ملڻ لاءِ ڪو تيار ناهي
مون ۾ ڪو ڀتائي هو
جو مونکي تياڳي هليو ويو
ڪنهن ڀُوري ڀٽَ تي
اکين ۾ اَڪَ ٿا ڦُرن هاڻي
دل کي ڪُرائن ٿا ٿوهر
يادگيرين جي موهن جا
هاڻي سڀ آثار ٿا ڀُرن
روح جي آڪاش تان
هڪ هڪ ٿي ستارا ٿا ڪِرَنِ
مان سمنڊ جي ڪناري پيو آهيان سمهيو
مون مٿان ليٽن ٿيون لهرون
مان وقت جيئن گُزران پيو
مان وئي ڪانپو وِسران پيو
ٻران ڳران ٿو ميڻ بتيءَ جيئن
مان مينهن ۾ مٽيءَ جو مجسمون
ميسارجان پيو
ڪنهن پراڻي تهذيب جيان.

11 – 2014

❋

رُتل آهي روح مون کان
هاڻي رِهائي تو چاهي
مونکان باغي ٿي پيو آ بدن منهنجو
مون کي منهنجون ئي سوچون سمجهه ۾ نٿيون اچن
منهنجو عقل مونتي اعتراض ٿو ڪري
منهنجي دل مونکي دڙڪا ٿي ڏئي
منهنجون ئي اکيون مونکي ڏسڻ لاءِ تيار ناهن
منهنجي ئي دل مونسان نفرت ٿي ڪري
منهنجا پير منهنجي خلاف پنڌ ڪن ٿا
منهنجا هٿ مونکي ئي مارڻ جي پويان آهن
منهنجي جيئڻ جو ڪو جواز ئي ناهي بچيو
هھڙين ڳنڀير حالتن ۾
تون ئي ڪجهه ڪري ٿي سگهين
مونکي تنهنجي توجهه
پيهر تعمير ڪري سگهي ٿي
تون ئي مونکي
پاڻ سان پرچائي سگهين ٿي
ڪين ٻه ڪري آءُ
توکي منهنجا سڏڪا سڏن ٿا
ساهه ائين ٿا ڪڇن
جڻ خانه بدوش لڏن ٿا
عُمر جون اکيون
هاڻي ٻوٽجڻ تي آهن.

4-2016



جڏهن مان پنهنجي چوٽيءَ تي چڙهي
پاڻ کي پستيءَ ۾ ڏسندو آهيان
تہ منهنجي غرور جو
مٿو ڦرڻ لڳندو آهي
۽ عاجزيءَ جي اڏام
مونکي پنهنجي مٿان محسوس ٿيندي آهي
تڏهن مان ڪروڙ ۾ پرجي
اوچائيءَ تان پستيءَ ۾
پنهنجي مٿان جهمپ ڏئي
خودڪشي ڪندو آهيان
پر هر دفعي ڪرڻ دوران
مونکي باغي پر ڦٽي پوندا آهن
۽ مان ڪرندي ڪرندي ڪلتي کائي
عقاب وانگر وري اُپ ڏانهن اڏامڻ لڳندو آهيان
۽ پنهنجي مٿان اڏامندڙ عاجزيءَ کي
جهرڪيءَ وانگر جهٽي
ڪنهن ديوتا جي مٿي تي ويهي
ان کي نوچڻ لڳندو آهيان
تہ ان ديوتا جو سمورو بدن
زخمي ٿي پوندو آهي.

6 – 2016



خواب وڏا بشني آهن
دلين کي ائين
کيسن جيان خالي ڪري ڇڏيندا آهن
جو پتو ئي ناهي پوندو
خواب اهي شاهينگ آهن
جنهن کي بہ اغوا ڪري ويندا آهن
اهو جيئرو واپس ناهي وروندو
خواب وڏا ڏاڙيل آهن
اڪثر رات جي وچڙي ۾
ننڊ کي ڪاٽ هڻي
من جي ميڙي پونجي
لٽي ڦري هليا ويندا آهن
۽ ڪڏهن بہ سڳ موٽائي ناهن ڏيندا
پلي تہ پُنگ پري پري دل جي پيينگ تي وجي
يا مُبينا مقابلي ۾
ارمانن جون ارٿيون کڻنديون رهن
خواب پيدائشي ڌوهاري
**خواب** بيشور قاتل آهن
خوابن جي خلاف ڪڏهن بہ
عشق ايف آءِ آر داخل ناهي ڪندو
ڇو جو پيار جي پوليس
هنن سان ٻڌل هوندي آهي
با اثر ذريعن کان خبر پئي آهي تہ
شاعر خوابن جا پاٽاريدار آهن
۽ لٽ ڦر جو سمورو مال
شاعريءَ جي تجوڙين ۾
محفوظ ٿيندو ويندو آهي.

2016

*

جيڪو ڪنهن بہ اُپ تي اُپريو ناهي
تون اهو ستارو آهين
تون اها ٻولي آهين
جنهن کي اڄ تائين
ڪنهن بہ ڳالهايو ناهي
تون اهو آسماني ڪتاب آهين
جيڪو ڪنهن بہ پيغمبر تي نازل ناهي ٿيو
تون ايتري تہ ڪنواري آهين
جو شاعري بہ اڃان تائين توکي ڇهي ناهي سگهي
تون اهو خواب آهين
جيڪو ڪنهن بہ ننڊ ۾ داخل ناهي ٿيو
اڃان تائين ڪنهن بہ خواهش کي
تنهنجي خبر ناهي پئي
پر مان توکي
خدا جي گُمان ۾ اچي
ڳولي لڌو آهي
مان ئي آهيان
جيڪو توکي
اکين جي آڱرين سان ڇُهي رهيو آهيان
۽ جنهنکي ڏسي تون
پنهنجن نيڻن جي ڪنوارپ وڃائي آهي
هاڻي تون خدا جي گُمان مان
ائين ٻي دخل ٿي ويندينءَ
جيئن جنت مان حوا.

2016



گهٽيءَ ۾ چئونڪ تي
مان دڳ ٻتيءَ کي ڀاڪر پريون
مينهن ۾ ٻران ٿو
دل جي ڪولي ڇتي
۽ هوءَ بالڪونيءَ منجهان وار پنهنجا
ڪڪر ڪري تي مون مٿان وسائي
پنهنجي ادائن جي آگر سان
مون کي ٻتيءَ جيان هر ٻاري تي وسائي
۽ منهنجي دل جي ڇتي جهمڪا تي ڏئي
کُلي بند ٿئي تي ڪنهن گُل وانگر
هوءَ جا ٻارن جي مخول وانگر
پنهنجي منهن تي رکي هٿ
يا تاڙيون وڄائي تي ڪلي ڪِنوٽين جيان
ٻڌجي ٿو وڃي انڊلٺيون انڊلٺيون آسمان
مان بيٺي بيٺي وڻ جيان سائو ٿيڻ ٿو لڳان
مون ۾ اُمنگن جا پن ڦُٽڻ ٿا لڳن
۽ مون مٿان خوابن جا پکي اچي ويهن ٿا ۽ اڏامن
مان بيخوديءَ جي هوا سان
نچندڙ ڳائيندڙ وڻ ٻڌجي ٿو وڃان
۽ منهنجون لامون ٻڌجي بانسريون وڄڻ ٿيون لڳن
پن پن پنهنجي زبان ۾ ڳائڻ ٿو لڳي
هوءَ بيٺي بالڪونيءَ ۾ ٿڪن ۽ مُرڪن سان
مينهن ۾ مون مٿان اس ڇانو تي ڪري
۽ گهٽي جلترنگ جيئن ٿي وڃي
بيباڪيءَ جي ٻيڙي
انهيءَ ننڍڙي نديءَ ۾ ڪاهي ٿي پوي
۽ اڏامڪ ڇُمين جا ولر
آسمان کي ڍڪي ٿا ڇڏن.

12 – 2015

*

مان رات کي
سُمهڻ ئي ناهيان ڏيندو پاڻ سان
توکان سواءِ
ننڊ بہ ڪا ڪرڻ جي شئي آهي
توکانسواءِ
خواب بہ ڪي ڏسڻ جون شيون آهن
سگار جي دونهين ۽ ڪافيءَ جي ٻاف
جي ڪوهيڙي ۾
مان هڪ ننڍڙي ڳوٺ جيان ٻڏي ويندو آهيان
۽ ڳوڙهن ۾ ڳاڙهاڻ گهري ٿيڻ لڳندي آهي
اهڙين حالتن ۾
جڏهن مان ڪتاب کولي پڙهڻ شروع ڪندو آهيان
تہ اکر هيڏانهن هوڏانهن ٿي ويندا آهن
۽ جملا تيدي پکين وانگر ڦڙڦڙائڻ لڳندا آهن
۽ ڪتابن جا ورق ڪکر بڻجي

اڏامڻ لڳندا آهن
۽ هٿ ۾ جهليل قلم
پرڻ لڳندو آهي
مان اجان شيو ڪري بس ڪندو آهيان
تہ يڪدم ڏاڙهيءَ جا وار ڦٽي ايندا آهن
بوٽ پالش ڪري مس بس ڪندو آهيان
تہ وري ميرو ٿي ويندو آهي
سينڊ ڪيڊي مس بس ڪندو آهيان
تہ هوا جو جهٽونڪو اچي وار وکرائي ڇڏيندو آهي
مان ڪنهن وڻ جي ڇانو هيٺان ويهندو آهيان
تہ اهو وڻ پنهنجي جڳهہ تبديل ڪري ڇڏيندو آهي
جڏهن کان تون ناراض ٿي وئي آهين
هر شئي مونکان رُسي ٿي وڃي
مان جڏهن آئيني ۾ ڏسان ٿو
تہ آئينو عڪس ڏيکارڻ ڇڏي ٿو ڏئي
سمنڊ مونکي ڏسي پوئين پير هٽڻ ٿو لڳي
منهنجي ڇُهاءَ کان پٿريان ٿي مجسما پڇي ٿا وڃن
۽ تصويرون منهن مٽائي
مونکي پٺي ڏئي ٽيون ڇڏن
جڏهن کان تون رُسي وئي آهين
مون سان اهڙي قسم جا
عجيب معجزا ٿيندا رهن ٿا.

8 – 2015



مون وٽ جيڪي بہ ڪتاب آهن
مان اهي ڪولي رکي ڇڏيا آهن
نظرين جي لُڙَ ۽ لڙائيءَ ۾
لفظ هڪٻئي سان ٽڪرائجي
زخمي ٿي پيا آهن
جملا جملن کي پيا ڏسن
ليڪن جون زبانون ٻاھر وچڙيون پيون آهن
فن نانگن جيان پنهنجون ڦڻون ڪڍي
ڦوڪاري رهيا آهن
۽ خيال هڪٻئي جي ڪلَ پيا لاهن
قيامت جو منظر آهي
منهنجي ڪمري ۾
۽ وراندي ۾ رکيل ٽي وي کي
ڦل آواز ڏئي ڇڏيو اٿم
هوڏانهن ڪمپيوٽر تي
ڪلام بہ هلائي ڇڏيا آهن
پاڻيءَ وارو موٽر چالو ڪري
سڀ ٽوٽيون کولي ڇڏيون آهن
۽ گئس جا چلها بہ ڦل ٻاري ڇڏيا اٿم
استري جو بٽڻ کولي ڪپڙن جي ڍڳ ۾ رکي ڇڏي آهي
گهر جا سمورا بلب ٻاري
۽ پکا بہ هلائي ڇڏيا اٿم
هاڻي مان هڪ بنا ساهيءَ جي
لڳاتار ڏکهي رڙ ڪندس
پنهنجي زندگيءَ جيتري ڏکهي.

2-2016



اڄ پاڇن کي پاڻ ۾ ملڻ ڏي
تہ جيئن وڇوڙي جو ڪفارو ادا ڪن
اڄ تہ هٿن جي لڪيرن جيان
هڪ ٻئي جي بدن تي منجهيل
نقشا ٺڄي وڃئون
جيئن جهاز ران ۽ مهم جو شاعر
اسانجي قصي جو سمنڊ جهاڳن
۽ صحرا جو سون ماڻن
اڄ تہ هڪٻئي سان چمڙي مٽائي
چمڙا پوش ٿي وڃئون
۽ هٿ هٿن ۾ ڦٻائي
چيچن کي ڇپو ڪري ڇڏيون
اڄ تہ هڪٻئي لئہ
صليب ٺڄي وڃئون
۽ هڪٻئي کي ڪليل پاڪرن ۾ مصلوب ڪيئون
اڄ تہ هڪٻئي کي
چمين سان ڪيئون سنگسار
اڄ تہ هڪٻئي کي چيريئون ڦاڙيئون
اڄ تہ هڪٻئي سان
دل لڳائي دشمني ڪيئون
اڄ تہ هڪٻئي جون اکيون ڪڍي
انڌي عشق کي عطيو ڪري ڇڏيون

اڄ تہ هڪبئي سان گهاريون
گلابي گارين جهڙي زندگي
اڄ تہ هڪبئي جي لڱن جو لوهہ رجايون
۽ وار وار ڪي وار وار سان ٻڌي
هڪبئي کي چڪيئون
اڄ تہ پاڻ کي هڪبئي سان ڪارو ڪري
قرب جي ڪهاڙين سان ڪپيون
۽ هڪبئي کي دليون
سنگ چٽيءَ ۾ پيري ڏيئون
اڄ تہ هڪبئي کي ليمن جيان نپوڙي
ڪيلن جيان ڇلهيئون
نارنگيين جيان ڦارون ڦارون ڪريون
ڏاڙهن جيان ڪري داڻون داڻون
هڪبئي کي ڏوٽيون ٻيرن جيان
۽ هڪبئي مان صوف چاٽيون
اڄ تہ چنئون هڪبئي کي رڳ رڳ ڪري
اڄ تہ هڪبئي جي هيئان اڇي
خودڪشي ڪيون
اڄ تہ هڪبئي لئي قبرون ٻڌجي وجئون
۽ پاڻ کي دفنايون هڪبئي ۾
نہ تہ زنگيءَ جا لاش ڏپ ڪري ويندا
اڄ تہ جنت جهڙن جسمن سان
هڪبئي جا دوزخ آباد ڪريون.

4 – 2016



محبت اهو سمنڊ آهي
جنهن جي هر لهر جو رنگ
ساڳيو ناهي هوندو
جيئن زندگيءَ جي هر جهوٽي جو مزاج
الڳ الڳ هوندو آهي
مان تنهنجي راهه ۾
پنبڻين سان پنڌ ڪيو آهي
منهنجي پيرن ۾ سِجَ
۽ هٿن ۾ ڦٽي آيل چنڊ ستارا ته ڏس
مان تولاءِ اهي اهي موسمون ڪٽي آيو آهيان
جيڪي جنت جي به وهم گمان ۾ ناهن
مان تنهنجي هر وندر ۽ ضرورت جي پورائي لاءِ
پنهنجي عضون کي وڍي ۽ گهڙي
تولاءِ پورو سنسار سجايو اٿم
توکي ڪنهن به قسم جي
ڪا به تنگي پيش ڪانه ايندي
گهبراءِ نه
تون رڳو پنهنجي دل منهنجي حوالي ڪر
باقي مان تنهنجي دماغ سان
پاڻهئي پُڄي وٺندس.

5 – 2015



سچ ٿو چوان
پاڻي روپ ڌاري ويو هو تنهنجو
تنهنڪري مان پاڻ کي ٿو پر اڇلايو
ماڻهو چون ٿا
مان خودڪشي ڪئي هئي
سچ ٿو چوان
مان ته تنهنجي گداز جسم پر
گم ٿيندو پئي ويس
ماڻهن جي نظر پر ٻڏيس پئي

مان تہ تصوراتي دنيا ۾
تريس پئي
مان تہ جهان نيري ۾
۽ نوراني سفيني ۾
محبت جو معراج پيي ماڻيو
ساموندي گج جهڙو تنهنجو بدن
منهنجن حواسن تي
ڪڪرن جيئن ڦهلجندو ويو
۽ اندلئي وار تنهنجا
جڻ رنگبرنگي نانگ پاڻيءَ جا
مونکي ويڙهي ويا
او برفيلي باهہ جهڙي جلپري
مون پئي سمجهيو تہ
ڌرتيءَ جي ڪناري مٿان بيهي
ستارن جي جهان ۾ جهئونپ ٿو ڏيان
۽ توکي پاڪر ۾ ٿو پريان
ڪهڪشائن جو قسم
مان سچ ٿو چوان
مونکي عشق جي خمارن ۾ ڏسي
زندگيءَ چاهيو رئونشو ڪجي
تہ مذاق بڻجي پيو موت
پوءِ پنهنجي ماپ جيترو لڳو
مونکي پاڻيءَ جو تابوت

7 – 2016



لفظن جي معنيٰ ئي متجي وئي آهي
ٻولي ئي اُبتي لڳي پئي آ
هتڙي سمنڊ هو ڪيڏانهن هليو ويو
هتڙان جبل بہ ڪٿل آهي
ندي نانگ هئي جڻ
کهڙي ٻر ۾ لڪي وئي
کهڙن سورن
سُکن جا سنڌ سڪائي ڇڏيا آهن
هي ڇا
اُتُ آکيرن تي چڙهي ويٺا آهن
باز ڪوريئڙن جي ڄارن ۾
ڦاٿڪن پيا
ڏيڏر ڪبوترن جا پر چورائي
اڏامندا ٿا وتن
ٽينڪون شهرن جا طواف ڪري رهيون آهن
ٻارن کي مائرون اُرهن ٻدران
پلاسٽڪ جو ٿيلهيون ٿيون ڏارائن
رشتن مان رت پوڻ ءِ ڳڙي رهي آهي
ڪردارن جا ڪنڊ لهي چُڪا آهن
مڪاريءَ جي ماحول ۾
ڏندن جو ڏيهہ ٻڻجي چڪو آهي هي

پئسو پئسي سان هٿ ٿو ملائي
۽ سمورا آدرش
نالين ۾ لڙهي رهيا آهن
هي نئين نسل جا آدمخور
مردا ته نهيو
پر قبرون به کُرتي کائي رهيا آهن
هي هر وڻ کي پنهنجو ڪارو سمجهي
ڪهاڙين سان ڪپيندا ٿا وڃن
هي گڏهه گلابن جي پيل ڪري رهيا آهن
ماڻهو ته ائين ٿا مارن
جڻ رت جا پريل ڦوڪڻا ٿا ڦاڙن گولين جي سين سان
هي جسمن کي ميڻ بتين جيان ٻاري
ڪيڪن جيئن ڪٽي رهيا آهن
ائين ٿو لڳي
جڻ وحشت جي هر روز هتڙي
سالگره ملهائي پئي وڃي
هنن کي ڪڏهن سمجهه ۾ ايندو
ته پيٽرول جي پاڻيءَ تي پڇيل
هي باهه جو فصل
ماڻهو ڪونه کائيندا
پر ماڻهن کي کائيندو.

6-2015



چپا ڪوڪا
هي منهنجا ديس واسي
چپا ڪوڪا
جن کي وقت جي واڍن
بي رحم ڏارين ڏاڍن
بار بار ڪري وار وار
ونگو ڪري آهي وڌو
ها ڏنگو ڪري آهي وڌو
هي چپيون چيلهيون
پوءِ بہ گهليون
وقت جي وارن ۾ منيون وجهي
ليٽڙجي گهلجي
صدين سان گڏ
ساھ کڻندا اچن ٿا
نچندا نہ سهي
لمندا اچن ٿا
ظالمن جي پيرن ۾
چُپندا رهن ٿا
ڪِرڙين اکين ۾ ڪِلين جيئن
سفاڪ سينن ۾ سلن وانگي
ڪُپندا رهن ٿا

توڙي جو قسمت جو ڪاٽ
هنن جي مقدر ۾ ناهي رهيو
ڪاٽ جي ماس جو مزو
هنن ناهي چکيو
هي ٻهاري ۽ ٻوري ۾ پيل
هي نالين ۾ اڇلايل
لاوارث پيا آهن
ڪو پيار جي پڪڙ
۽ همت جي هٿوڙيءَ سان
سڌو ڪري هنن کي
هي به پنهنجو ڪارج ٿا چاهن
ڪنهن دريءَ جي دل منجهه
ڪنهن ڪرسيءَ جي ڪڇ ۾
ڪنهن پلنگ جي سيرانديءَ
ڪنهن در جي انجيس ۾
آرام ٿا چاهن
مهذب پٽي جي منشا
اڄ به هنن جي من ۾ آهي
توڙي جو
قسمت جي ڪاٽن جا ذائقا
هنن ناهن چکيا
هيءَ منهنجي قوم
ڇپا ڪوڪا
ڪيڏا آهن هنن ڪاڏا دوڪا.

6-2015



هيءَ عجيب ڪھاڻي آهي
ڪردارن کان خالي آهي
ڪو وجود ناهي
واقعن جو هن ۾
هيءَ ائين پڙهڻي آ
جيئن ويساهہ رکڻو آ جِنَ ۾
هيءَ ٻڌائبي ناهي
شوڪاربي آ ڪن ۾
ٻڌڻ وارو هراسجي ويندو آ
پنڌ پهڻ تي سراپجي ويندو
پر ياد ناهي رهندي
ڪنهن کي بہ ڪڏهن
هيءَ ڪھاڻي
موڪي نپٽ

اُڪت سياڻي
اُبتي سُبتي
آهي ناهي
چا ٻڌايان چاهي هن ۾
هن ۾ وڏو ڦند آهي
وڏو ڦيرو آ
منجهل آهي هيءَ
چنڊ جيڏو ڍيرو آ
سمنڊ وانگي سُڪل آ هيءَ
صحرا وانگي آلي آ
ڀريل آهي يا خالي آ
ڪنهن کي ڪائي ڪل نہ آهي
جادوئي هيءَ تالهي آ
هيءَ ڪهاڻي
شودي تريناڪ
اڻوجهہ نماڻي
صدين کان سيني بسيني
هلندي اچي ٿي
آڪاس تي چڙهندي
زمين تي لهندي اچي ٿي
هيءَ انام ڪهاڻي
ڪا بہ ناهي هن جي
رام ڪهاڻي.

1 – 2016

*

چيچڙ ڪان پھريائين
ڪھاڻيءَ کي برقعو پارايو ويو
تہ جيئن فڪر جي فحاشي نہ ڦھلجي
متان ڪنھن غير محرم باغيءَ جي نظر
ان تي پئي
۽ دين خطري ۾ پئجي وڃي
چيچڙ ڪان پھريائين
شاعريءَ جو حق بخشرائي
پاڪ ڪتاب سان شادي ڪرائي وئي
۽ ان جا سڀ حق ضبط ڪري
شاعر سان ان جا سڀ واسطا ٽوڙيا ويا
چيچڙ ڪان پھريائين
ناول جو طوھر ڪيو ويو
۽ پنھنجي ڪمپنيءَ جو ٽپو ھڻي
خاطري ڪئي وئي
تہ ھاڻي اھو مرتد نٿو ٿي سگھي
چيچڙ ڪان پوءِ
ڪھاڻيڪار کي ڦاسي ڏني وئي
شاعر کي سنگسار ڪري
۽ ناول نگار جو
سر تن کان جدا ڪيو ويو
ائين رياست محفوظ بڻائي وئي
شرپسندن جي شر
۽ دھشتگرديءَ جي حملن کان
شڪر آ
ھاڻي دين کي ڪو بہ خطرو ناھي.

2016



درياءِ نيل آهين
چانڊوڪيءَ جو تون
تو ۾ هر رات چاڙهه ايندو آ
تون قلوپطره
مصر جي احرامن جهڙو
پراسرار تنهنجو بدن
حسن تنهنجي جي فرعوني خدائي
ڄڻ موسيٰ آئون
اُف نمرودي نخرا
تنهنجون شدادي ادائون
تون حسن جو آڙاه آهين
ابراهيمي عشق منهنجو
آءُ آزري شاعر
ٿو توکي نظمن ۾ گهڙيان
تنهنجي سونهن زبور
منهنجو دائودي عشق توسان
تون تجلي تون طور
موسيٰ جهڙي محبت مان
مان ملڪ مصر جيان
تون نيل نديءَ جيئن مون مٿان وهين ٿي
آءُ زليخا جيئن تنهنجي پنيان
تون يوسف جيئين مون کان ٿهين ٿي
تون چونه هٿ تان لهين ٿي
مان تولاءِ يعقوبي رت روئان ٿيو

2013

❊

تون خدا جي ڳُجهن جو دستاويز آهين
تو ۾ هر شئي جو آخري حل
۽ هر حقيقت جي
مڪمل وصف درج ٿيل آهي
اڻ لکيل اصل تاريخ بہ
تو ۾ ئي محفوظ ٿيل آهي
مونکي آب حيات جو ڏس
۽ سون ٺاهڻ جو فارمولو بہ
تنهنجي ئي مطالعي مان حاصل ٿيو آهي
مان تنهنجي بدني ڪتاب جي
هر صفحي جي ڪنڊ ورائي آهي
۽ هر رڳ کي ليکيو اٿم
مان توکي ورائي ورائي ايترا دفعا پڙهيو آهي
جو تنهنجي روح تي
منهنجي آڱرين جا لسڙ پئجي ويا آهن
منهنجي دل جي لائبريريءَ ۾ پيل
تون ئي اڪيلو ڪتاب آهين

2014

وڇوڙو هٽلر آهي
تنهنجي معصوميت ٻه مسوليني ۽ جهڙي آ
منهنجا خواب
تنهنجي نازي نيڻن جي قيد ۾ آهن
تون پنهنجي ادائن جي
ائٽمي بمباري سان منهنجي دل هيروشما
۽ منهنجو جگر
ناگاساڪي بڻائي ٿي ڇڏين
تون ارڏاين ۾ آمريڪا آهين
تنهنجي سرمائيدار سونهن
منهنجي مارڪسي محبت جي خلاف
هميشه ڪات ڪهاڙا کنيون ٿي وتي
تون الائي اسرائيل آهين
الائي عزرائيل آهين
جو مان پاڻ کي فلسطين وانگر
محسوس ڪري رهيو آهيان
اي جنگ جي ديوي
سونهن تنهنجي سڪندر وانگيان
مان تنهنجي مفتوح دنيا
چنگيز خان وانگي بيرخي تنهنجي
منهنجي حسرتن جي
سرين جا مينار ٺاهيندي ٿي وڃي
پر منهنجو عشق ٻه انساني آباديءَ وانگر ڪٽي ئي نٿو
دراصل اي منهنجا پرين
تنهنجو ظلم ۽ منهنجي مظلوميت
هن دنيا کي توازن ۾ رکيون ويٺا آهن

2012

اداس راڳي، خاموش ساز

شڪيل احمد



ڪارونجهر اڪيڊمي



ڏئي ريل جي پٽڙي وڃان ٿو
پٿرن کي ٽڏا هڻندو
مينهن ۾ ڀڄندو
بانسري آهي ڀڳل
هٿ ۾ جهليل
ڳلو بہ آهي ڪليل
ناهن ڀيٽيون ڏنل
ڪالر بہ آهي اپو
ڪهيون بہ ناهن بوٽ جون ڀڏل
۽ ٽٽل هن دل جون تارون سيئي
آ ڀڳل گٽار جهڙو من منهنجو
ڀٽائيءَ جي قبر سان
ٽيڪ ڏياري رکيل ڇڻ تنبورو
مان سڄو درد جي مند آهيان
تنهنجي فراق ۾ جانان
منهنجي وارن مان بہ
ڳوڙها ٽمن ٿا

هي مينهن جون ڦڙيون آهن
يا مونکي ڪُڙڪيئيتا چمن ٿا
وڃائي پيو وڇوڙو
وائلن جيان مونکي
سَڪرات جي سُرَن جهڙو
منهنجي ساهن جو سنگيت
پيو سِسڪي سڏي تو کي
اي منهنجا ميت
مان شهيد ٽيل مسيت
سياري جي هن مُلَحِد موسم ۾
برسات جو پيٽرول هاري
باهہ ڏئي ويو آ ڊسمبر مونکي
۽ مان مندر جيئن سڙان ٿو
يار منهنجي رڳ رڳ ۾
يادن جون ريلون ڊڪن ٿيون
۽ مان بند تي ويهي رهان ٿو.



ڪارونجهر اڪيڊمي

# پڙهندڙ نَسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، پاڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڀُولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڀُولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصِي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا:
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا:

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمَ- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ٿوڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)